# فهرست

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## سبق پهريون

# جيڏو تنهنجو نانءُ

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| صاحب | الله سائين | ميريائي | گناهگار هوندي به |
| صاحبي | حڪومت | منجهه | ۾ |
| پاتال | ترو | تاريءَ | سهاري، آسري |
| جيڪر | جيڪڏهن | تڳڻ | آڌار جيئڻ |
| لطف | ڪرم | عدل | انصاف |
| ڇتان | بخشان | ڦيرو | وَرُ، گهمرو |
| ڪج | ڪر | فضل | ڪرم |
| ٻاجهه | رحم | نانءُ | نالو |
| اوڏيائي | اوترائي | مڱان | گهران |
| ڇپر | آسرو، اجهو | ڪچاڙو | ڇا |
| معلوم | خبر | ڪمي | گهٽتائي |

### ❁ حمد جي سمجهاڻي ❁

صاحب! تُنهنجي صاحبي، عجب ڏٺي سُون،

پنَ ٻــوڙين پاتــال ۾، پهــڻ تــارين تــون،
جيڪــر اڇين مــون، تــه ميريــائي مــانُ لهــان.

**سمجهاڻي:** هن حمد ۾ شاهه سائين الله تعاليٰ جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو ته اي رب تنهنجي قدرت عجب ڏني سون ڪڏهن پنن کي پاتال ۾ ٻوڙي ڇڏين ته ڪڏهن پٿرن کي به تاريو ڇڏين جيڪڏهن مون تي مهرباني ڪرين ته منهنجو به مان وڌي وڃي.

جيڪي منجهه جهان، سو تاريءَ تڳي تنهنجي،
لطف جي لطيف چئي، تو وٽ ڪمي ڪانه،
عدل ڇتان آن نه، ڪو ڦيرو ڪج فضل جو.

**سمجهاڻي:** هن حمد ۾ شاعر فرمائي ٿو ته جيڪا به شيءِ هن جهان ۾ آهي اها رب پاڪ جي ئي ڪري آهي. شاعر الله تعاليٰ کان دعا گهرندي چوي ٿو ته تو وٽ ٻاجهه جي ڪمي ڪانهي. تون جي انصاف ڪندين ته آئون ڪو نه ڇٽندس انهي ڪري مون تي پنهنجي مهرباني جوڪو وَرُ ۽ گهمرو ڪر.

جيڏو تنهنجو نانءُ، ٻاجهه به اوڏيائي مگان،
ري ٽنيين، ري ٽوٽيين، تون ڇپر تون ڇانءَ،
ڪجاڙو ڪهانءَ، تــوکي معلــوم ســيڪا.

**سمجهاڻي:** هن حمد ۾ شاهه سائين رب پاڪ جي سامهون عاجزي ڪندي چوي ٿو ته اي الله! جيڏو تنهنجو نالو وڏو آهي اوترو ئي توکان ٻاجهه گهران ٿو. بنا ڪنهن ٽنيي ۽



ٽوٽي تون سيني جي پناهه ۽ پردو آهين. توکي ڇا ٻڌايان توکي سمورو حال معلوم آهي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 هي جهان ڪنهن جي تاريءَ تڳي ٿو؟**

جواب: هي جهان الله سائين جي تاري تڳي ٿو.

**سوال نمبر:2 شاعر هِن بيت ۾ رب سائين کان ڪهڙي دعا گهري آهي؟**

جواب: شاعر هِن بيت ۾ رب سائين کان رحم ۽ ڪرم جي دعا گهري آهي.

**سوال نمبر:3 شاعر رب پاڪ کان ڪيڏي ٻاجهه گهري رهيو آهي؟**

جواب: شاعر رب پاڪ کان سندس ذات پاڪ جي عظمت مطابق ٻاجهه جي دعا گهري رهيو آهي.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن ۽ فقرن جي معنيٰ پڙهو، سمجهو ۽ ڪلاس ۾ ٻڌايو:**

صاحب: الله سائينءَ ڏانهن اشارو

**پاتـال:** او نهائيءَ جي آخري حد، ترو، سمنڊ يا ڍنڍ وغيره جي گهرائي.

**ميريائي ماڻ لهڻ:** اَوَگُڻ (عيبن) هوندي بہ عزت ماڻڻ.

**تاريءَ تڳڻ:** آسري تي گذارڻ.

**ڪُڇاڙو:** ڇا.

**ڪُڇاڙو ڪهاڻ:** آءٌ ڇا چوان، تہ آڏو ڇا بيان ڪريان.

**(ج) شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح جي ڏنل بيتن جو مرڪزي خيال بيان ڪريو.**

**جواب:** شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح جي ڏنل بيتن جو مرڪزي خيال الله تعاليٰ جي قدرت، رحمت ۽ ان جي ٻاجھہ بيان ڪرڻ آهي.

**(د) ”سون _ ٿون“ هم قافيہ لفظن آهن، اوهين بيت نمبر: 2 مان هم قافيہ لفظ چونڊي لکو:**

**جواب:** هيٺ ڏنل لفظ هم قافيا آهن:

تڳي _ ڪمي

عدل _ فضل

**(هہ) هيٺ ڏنل بيت جي سمجهاڻي لکو:**

جيڏو تنهنجو ناءُ، ٻاجھہ بہ اوڏيائي مڳان،

ري ٽنيين، ري ٽوٽيين، تون ڇپر تون ڇانءُ،

ڪڇاڙو ڪهاڻ، توکي معلوم سڀڪا.

**جواب:** مٿئين بيت جي سمجهاڻي حمد جي



سمجهاڻي ۾ ڏسندا.

**(و) ”الله سائينءَ جون نعمتون“ جي عنوان تي هڪ مضمون لکو:**

**جواب:** هن ڪائنات ۾ الله تعاليٰ جون ايتريون تہ نعمتون آهن جن جو شمار ڪرڻ بلڪل ناممڪن آهي. ڪجهہ نعمتون تہ فطري طور مليل آهن، جن جي اسان گهٽ سمجهہ رکندا آهيون. مثلاً: اسان جيڪو ساهہ کڻون ٿا، اها هڪ وڏي ۾ وڏي فطري طور مليل نعمت آهي. اسان ننڊ ۾ هجون، ڪنهن ڪم ڪار سان لڳل هجون، ماني ڪائيندا هجون تہ بہ اها نعمت قدرتي طور تي پنهنجو پاڻ ڪم ڪندي رهندي آهي. سج، چنڊ ۽ تارا بہ الله تعاليٰ جون وڏيون نعمتون آهن. اسان کي الله تعاليٰ کائڻ پيئڻ لاءِ جيڪي شيون مثلاً اناج، ميوا ۽ ڀاڄيون ڏنيون آهن سي بہ ان جون نعمتون آهن. الله تعاليٰ نعمتن جي شمار جي باري ۾ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي تہ وَاِنْ تَعُدُّوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ لَا تُحْصُوْهَا _ ترجمو: جيڪڏهن توهان الله تعاليٰ جي نعمتن جو شمار ڪندا تہ توهان نہ ڳڻي سگهندا. ان کان علاوه ماءُ، پيءُ، مٽ مائٽ ۽ دوست وغيره بہ الله تعاليٰ جي وڏي نعمت آهن.

پيارا ٻارؤ! الله تعاليٰ جي هن نعمت کي بہ ڪڏهن نہ وساريندا تہ الله تعاليٰ اسان کي انسان جي حيثيت ۾

پيدا ڪيو آهي، جيڪڏهن هو چاهي ها تہ اسان کي جانور، پکي يا ٻي ڪنهن مخلوق جي شڪل ۾ پيدا ڪري ها ۽ وري انسان جي شڪل ۾ پيدا ڪرڻ کان پوءِ مسلمان ٿيڻ جي نعمت سان بہ نوازيو آهي. ان نعمت جي ڪري اسان قيامت جي ڏينهن هميشہ رهڻ وارين نعمتن جي باغن ۾ رهنداسين، ورنہ جيڪڏهن مسلمان هجڻ جي نعمت کان محروم هجون ها تہ پوءِ جهنم جي باهہ اسان جي لاءِ مقدر هجي ها. بهرحال اسان کي الله تعاليٰ جي سيني نعمتن جو شڪر ادا ڪرڻ گهرجي.

(ز) بيت زباني ياد ڪريو ۽ سُر سان ٻڌايو:

**جواب:** استاد صاحب ڪلاس ۾ پنهنجي نگراني ۾ هي بيت ياد ڪرائي ۽ ٻارن جي زباني سُر سان ٻڌي.

**سرگرمي:** هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي لکو.

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| صاحبي | حڪومت |
| ري | بنا |
| مڳان | گهران |
| ٻاجهہ | ڪرم |
| چپر | اجهو |



## سبق ٻيو

# پورهئي جي اهميت

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| پورهيت | محنتي، مزدور | هيڏي | ايتري، وڏي |
| ڪيٻائي | لهرائي، لنوائي | سردار | اڳواڻ، رهنما |
| پيغمبر | پيغام پهچائيندڙ | اوج | ترقي، واڌارو |
| عظمت | وقار، عزت، شان | محمد | واکاڻيل، تعريف ڪيل |
| تهائين | تيستائين | سڀورا | عزت وارا، مرتبي وارا |
| جوڙائڻ | اڏائڻ | حجرا | رهڻ جون جايون، ڪمرا |
| ڊوئيندا | ڪٽندا، پهچائيندا | ثابت | ظاهر، پڌرو |
| جڙي | نهي، تيار ٿي | عمل | پيروي، حڪم مڃڻ |
| راس | تيار، مڪمل، ختم | جذبي | ولولي، جوش |
| آڏو | سامهون | اڏجي | نهي، جڙي |
| بنياد | پاڙ، پيڙهہ | تاڪيد | باربار چوڻ |

| پورهيو | ڪم | تعمير | اڏاوت |
|---|---|---|---|
| هجرت | لڏپلاڻ | عار | عيب |

## سبق جو حاصل مطلب

پورهيت الله تعاليٰ جو دوست آهي ۽ پورهيو هڪ عبادت آهي. اسان جي پياري پيغمبر حضرت محمد صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم جن به پورهئي جو گهڻو تاڪيد فرمايو آهي. پاڻ سڳورا صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم جيڪي به فرمائيندا هئا، انهيءَ تي پهريائين پاڻ عمل ڪندا هئا. پاڻ سڳورا جڏهن مڪي شريف مان هجرت ڪري مديني شريف ۾ رهڻ لڳا، تڏهن ڪين مسجد شريف جوڙائڻ جو خيال آيو. پاڻ سڳورن مسجد جو بنياد رکيو، جنهن کي ”مسجد نبوي“ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. جڏهن زمين مسجد جي اڏاوت لاءِ تيار ٿي وئي، تڏهن ان جي تعمير جو ڪم شروع ڪيو ويو. حضور صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم پاڻ به ٻين اصحابن سان گڏ هڪ پورهيت وانگر مسجد جي اڏاوت ۾ حصو ورتو. اصحاب پاڻ سڳورن کي پورهيو ڪندي ڏسي وڌيڪ جوش ۽ جذبي سان محنت ڪرڻ لڳا.

مسجد ۾ فرش نه هئڻ ڪري مينهن پوڻ ڪانپوءِ گپ ٿي ويندي هئي، تنهن ڪري پٽ تي پٿريلي مٽي وجهرائي ان کي پڪو ڪري ڇڏيائون. مسجد سان گڏ حرم پاڪن لاءِ



حجرا به ٺهرايائون.

ان مان ثابت ٿيو ته پاڻ سڳورا پورهئي کي ڪيڏو نه پسند فرمائيندا هئا. اسان کي گهرجي ته پورهئي ڪان ڪڏهن به عار نه ڪريون.

## مشق

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 مسجد نبويءَ جي اڏاوت لاءِ زمين ڪنهن کان خريد ڪئي ويئي؟**

جواب: مسجد نبوي جي اڏاوت لاءِ زمين بنو نجار جي ٻن يتيم ٻارن کان خريد ڪئي وئي.

**سوال نمبر:2 مسجد نبويءَ جي اڏاوت ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم ڪهڙو حصو ورتو؟**

جواب: مسجد نبويءَ جي اڏاوت ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم جن ٻين اصحابن سان گڏ مٽي ۽ پٿر ڍويا.

**سوال نمبر:3 پاڻ سڳورن صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم جي ڪم ڪرڻ مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟**

جواب: پاڻ سڳورن صلي الله عليه وعليٰ آله

واصحابہ وسلم جي ڪم ڪرڻ مان اسان کي هي سبق ملي ٿو تہ پورهئي کان ڪڏهن بہ عار نہ ڪريون.

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملو |
|---|---|---|
| گڻ | لڇڻ | انسان کي چڱا گڻ ڌارڻ کپن |
| اوج | ترقي | اسان جي ملڪ جي اوج جو دار و مدار تعليم تي آهي. |
| راس | تيار | عمارت جڙي راس ٿيڻ تائين مزدور ڪم ڪندا آهن. |
| بنياد | پاڙ، پيڙهہ | وزير صاحب اسڪول جي عمارت جو بنياد رکيو. |
| تاڪيد | بار بار چوڻ | استاد ڪم وقت تي پورو ڪرڻ جو تاڪيد ڪيو. |

(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| شروع | آخر | زمين | آسمان |
| سادي | اوچي | ڪچي | پڪي |
| فرش | عرش . | خريد | فروخت |

(د) هيٺ ڏنل خال ڀريو:

(i) انهيءَ زمين جي ٽڪري تي جهنگ هو، جتي



.................. جا ڪجهہ وڻ بہ بيٺل هئا.

جواب: ڪجين

(ii) پورهيت خدا جو .................. آهي.

جواب: دوست

(iii) مسجد نبويءَ جون پيتيون .................. مان ڻاهيون ويون.

جواب: ڪچين سرن

(iv) پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جي ڏنل سبق تي عمل ڪريون ۽ پورهئي کان ڪڏهن بہ نہ ..................

جواب: ڪيٻايون

(هہ) "پورهيت خدا جو دوست آهي" جي عنوان تي ڏهن کان پندرهن جملن تي مشتمل هڪ مضمون لکو.

جواب:

- پورهيو ڪرڻ هڪ بهترين عمل آهي.
- حلال روزي ڪمائڻ هر انسان تي فرض آهي.
- سياڻن جو قول آهي تہ حلال روزي ۾ برڪت ٿيندي آهي.
- تنهن ڪري پورهيت کي الله تعاليٰ جو دوست چيو ويندو آهي.
- پورهيت جو شان الله تعاليٰ ۽ ان جي پيغمبر صلي

الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جي نظر ۾ مٿانهون آهي.

- پورهيت ڪڏهن بہ بک نہ مرندو.
- چاڪاڻ جو هو جتي بہ ويندو پنهنجو پورهيو ڪري گذر سفر ڪندو.
- حضور صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جو فرمان آهي تہ ”اَلْكَاسِبُ حَبِيْبُ اللهِ“ يعني پورهيت الله تعاليٰ جو دوست آهي.
- پورهيت پنهنجي زندگي مان وڏو مطمئن هوندو آهي.
- پورهيت دنيا جي گهڻين ئي برائين کان بچيل رهندو آهي.
- الله تعاليٰ جو دوست هجڻ جي صورت ۾ پورهيت جو دنيا ۾ وڏو مان آهي.
- اڄڪلهہ جي سرمائيدار الله تعاليٰ جي دوست کي غلامي جي ڦندي ۾ ڦاسائي ڇڏيو آهي.
- پورهيت کي مزدوري سندس پگهر سڪڻ کان اڳ ادا ڪرڻ جو تاڪيد ڪيو ويو آهي.
- اسان کي گهرجي تہ پورهيت جي عزت ۽ ان جو احترام ڪريو.



(و) تصوير ۾ رنگ ڀريو.

## سبق ٽيون

# نعت

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| محبت | قرب | پراوڻ | ڌارين |
| فطرت | قدرتي | عنايت | مهرباني |
| صداقت | سچائي | گفتار | ڳالهائڻ |
| سيرت | عادتون | اول | پهرين |
| زندگي | حياتي | ابد | آخر |
| عداوت | دشمني | ماحول | آس پاس |
| بشر | انسان | اخوت | ڀائپي |
| مروت | مهرباني | ويڇا | فرق |

### ❁ بيتن جي سمجهاڻي ❁

محبت جنهن جي فطرت هئي، صداقت جنهن جي سيرت هئي،
عبادت زندگي ۽ زندگي، جنهن جي عبادت هئي

**سمجهاڻي:** هن بيت ۾ شاعر عبدالحليم "جوش" پاڻ سڳورن صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم جن جي تعريف ڪندي چوي ٿو ته اسان جي پياري نبي سڳوري جي حياتي محبت سان ڀريل هئي ۽ پاڻ سچائي جا



شاهڪار هئا. جن جي سڄي زندگي عبادت ۾ گذري.

ڪڏهن ڪنهن سان عداوت هئي، نه ڪنهن جي لاءِ نفرت هئي،
محمد ﷺ جي نظر ۾، هر بشر جي لاءِ عزت هئي

**سمجهاڻي:** هن بيت ۾ شاعر فرمائي ٿو ته نبي ڪريم صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم جن ڪڏهن به ڪنهن انسان لاءِ دشمني ۽ نفرت دل ۾ نه رکندا هئا. سندن نظر ۾ هر انسان عزت لائق هو.

ڪکر وانگر وسايو مينهن، جنهن پنهنجي مروت جو،
بنا ڪنهن فرق جي پنهنجن، پراوڻن تي عنايت هئي.

**سمجهاڻي:** هن بيت ۾ شاعر چوي ٿو ته جيئن مينهن سڀني تي هڪجهڙو وسندو آهي اهڙي طرح پاڻ سڳورن جي نظر ۾ ڪنهن به انسان ۾ ڪو فرق ڪونه هو. پاڻ پنهنجن ۽ پراوڻن تي بنا فرق جي مهرباني ڪندا هئا.

نظر ۾، سوچ ۾، گفتار ۾، ڪردار ۾ جنهن جي،
ازل کان تا ابد قائم، رهڻ واري حقيقت هئي.

**سمجهاڻي:** هن بيت ۾ شاعر پاڻ سڳورن صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم جن جي ساراهه ڪندي فرمائي ٿو ته پاڻ سڳورن صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم جن جو اٿڻ ويهڻ ۽ ڪردار اهڙو ته زبردست ۽ شاندار هو جيڪو هميشه قائم ۽ دائم رهندو.

اتي ماحول پيدا ٿيو، محبت جو اخوت جو،

جتي ويڇا ئي ويڇا هئا، جتي نفرت ئي نفرت هئي.

**سمجهاڻي:** هن بيت ۾ شاعر پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن جي تعريف ڪندي فرمائي ٿو پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جي اچڻ کان اڳ دنيا ۾ نفرت ۽ ويڇا پکڙيل هئا. سندن آمد مبارڪ سان اهو نفرت ۽ فرق وارو ماحول ڦري محبت ۽ ڀائيچاري وارو ماحول بنجي ويو.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 شاعر هن نظم ۾ ڪنهن جي تعريف ڪئي آهي؟**

**جواب:** شاعر هن نظم ۾ ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن جي تعريف ڪئي آهي.

**سوال نمبر:2 نبي سڳوري صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جي واکاڻ شاعر ڪهڙن لفظن ۾ بيان ڪئي آهي؟**

**جواب:** شاعر نبي سڳوري جي تعريف بيان ڪندي فرمائي ٿو ته نبي ڪريم صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم مجسم محبت هئا. پنهنجن پراون تي مهرباني



ڪندڙ هئا سندن اچڻ سان دنيا مان نفرت ختم ٿي ويئي.

**سوال نمبر: 3 حضرت محمد صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن جي پيدا ٿيڻ کان اڳ دنيا جي ڪهڙي حالت هئي؟**

**جواب:** حضرت محمد صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن جي پيدا ٿيڻ کان اڳ دنيا ۾ هر طرف نفرت ئي نفرت هئي.

**سوال نمبر: 4 ڏنل نعت مان اسان کي انساني برابريءَ بابت ڪهڙي نصيحت ملي ٿي؟**

**جواب:** ڏنل نعت مان اسان کي انساني برابري بابت اها نصيحت ملي ٿي ته اسين هر ڪنهن سان پيار ۽ محبت سان پيش اچون.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولي لکو.**

صداقت _ مروت _ سيرت _ عنايت _ اخوت _ عداوت

**جواب:** لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو

**(ج) هن نعت ۾ مرڪزي خيال اوهان پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪريو.**

**جواب:** هن نعت جو مرڪزي خيال پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جي انساني

معاشري ۾ سيرت پاڪ بيان ڪرڻ آهي.

(د) هيٺيون سٽون مُڪمل ڪريو:

❖ محبت جنهن جي فطرت هئي، ..............................

جواب: صداقت جنهن جي سيرت هئي.

❖ عبادت زندگي ۽ زندگي، ..............................

جواب: جنهن جي عبادت هئي.

❖ ڪڪر وانگر وسايو مينهن، ..............................

جواب: جنهن پنهنجي مروت جو

❖ بنا ڪنهن فرق جي پنهنجن، ..............................

جواب: پراون تي عنايت هئي.



# سبق چوٿون

## حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنه

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| غني | شاهوڪار، دولتمند | پنهنجي هٿان | پنهنجي ملڪيت مان |
| نهايت | بي انتها | سرندي پڄندي | اثر و رسوخ |
| ڪهل | رحم، ٻاجھ | صحبت | گڏجاڻي، ملاقات |
| وير | دشمني | لالچي | حرص ڪندڙ |
| سخي | خيرات ڪندڙ | تڪليف | مشڪل، ڏک |
| ظالم | ظلم ڪندڙ، بي قياس | پيش | آڏو، سامهون، روبرو |
| صحابي | صحبت ۾ رهندڙ | ويجهو | قريب، پرسان |
| اڳرو | اڳتي | دولت | رقم، ڌن، مال |
| دولت مند | شاهوڪار، غني | سنجيده | بردبار |
| وقف | ارپي | | |

## سبق جو حاصل مطلب

حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ مسلمانن جو ٽيون خليفو ٿي گذريو آهي. الله تعاليٰ کيس دولتمند تہ اڳيئي بڻايو هو، ويتر جو اسلام جي دولت سان مالا مال ٿيو ۽ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جي صحبت ۽ تعليم نصيب ٿي، تنهن ڪري هو اسلام ۾ مسلمانن جي خدمت لاءِ جاني ۽ مالي قرباني ڪرڻ ۾ اڳي کان اڳرو رهيو.

مسلمان جڏهن مڪي شريف کان هجرت ڪري مديني شريف آيا، تڏهن کين پاڻي پيئڻ جي ڏاڍي تڪليف پيش آئي. شهر ويجهو "رومہ" نالي مٺي پاڻيءَ جو هڪ کوهہ هوندو هو، جيڪو هڪ يهوديءَ جي ملڪيت هو. اهو يهودي ايترو تہ ظالم ۽ لالچي هو، جو پاڻي بہ پئسن تي ڏيندو هو. خاص ڪري مسلمانن سان تہ هن جو وير هوندو هو.

حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ جهڙي سخي دل انسان کان مسلمانن جي اها حالت ڏٺي نہ ٿي سگهي، سو پاڻ پنهنجي هڙان ان يهوديءَ کي ويهہ هزار درهم ڏئي اهو کوهہ خريد ڪري مسلمانن لاءِ وقف ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري مسلمانن کي وڏو فائدو رسيو.

حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي



دولت اسلام ۽ مسلمانن جي عام ڀلائيءَ جهڙن ڪمن ۾ خرچ ڪري مسلمانن لاءِ هڪ سٺو مثال پيش ڪيو آهي، جيڪو هميشہ ياد رهندو.

## مشق

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ کي الله تعاليٰ ڪهڙين خوبين سان نوازيو هو؟**

جواب: الله تعاليٰ سندن طبيعت کي نهايت سنجيده ۽ انصاف پسند بڻايو هو.

**سوال نمبر:2 مٺي پاڻيءَ جي کوهہ جو نالو ڇا هو؟**

جواب: مٺي پاڻي جي کوه جو نالو "رومہ" هو.

**سوال نمبر:3 حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ اهو کوهہ ڪنهن کان خريد ڪيو هو؟**

جواب: حضرت عثمان غني رضي الله تعاليٰ عنہ اهو کوهہ هڪ يهوديءَ کان خريد ڪيو هو.

**سوال نمبر: 4 حضرت عثمان غني رضہ يهوديءَ کان کوهہ ڪيترن درهمن ۾ خريد ڪيو؟**

جواب: حضرت عثمان غني رضہ يهودي کان کوهہ

ويهه هزار درهمن ۾ خريد ڪيو.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولي لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
| --- | --- | --- |
| غني | شاهوڪار | حضرت عثمان رضہ غني جي لقب سان مشهور آهي. |
| پنهنجي هڙان | پنهنجي ملڪيت مان | حضرت عثمان رضہ پنهنجي هڙان يهودي ڪان کوهہ خريد ڪيو. |
| ڳهل | رحم | اسان کي غريبن تي ڳهل ڪرڻ گهرجي. |
| سرندي پڄندي | اثر ۽ رسوخ وارا | سرندي پڄندي وارن کي گهرجي تہ هو غريبن جي سار سنڀال لهن |
| ويرُ | دشمني | اسان کي ڪنهن سان وير نہ رکڻ گهرجي. |
| دولتمند | شاهوڪار | دولتمندن کي گهرجي تہ هو غريبن تي خرچ ڪن |

(ج) دولتمند لفظ پٺيان "مند" پڇاڙي آهي.

جيئن: دولت + مُند = دولتمند

اوهين هيٺ ڏنل خانن ۾ "مند" پڇاڙي ملائي ڪي



ٻہ ٽي لفظ ٺاهي لکو.

(i) ضرورت + مَند = ضرورتمند

(ii) عقل + مَند = عقلمند

(iii) عقيدت + مَند = عقيدتمند

(د) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
| --- | --- | --- | --- |
| دير | سوير | غريب | امير |
| عام | خاص | سخي | ڪنجوس |
| ظالم | مظلوم | سُٺو | خراب |

(هہ) هيٺ ڏنل واحد لفظن جا جمع ۽ جمع لفظن جا واحد لکو:

| واحد | جمع | جمع | واحد |
| --- | --- | --- | --- |
| فائدو | فائدا | پيارا | پيارو |
| تڪليف | تڪليفون | ڪوهہ | ڪوهہ |
| مسلمانُ | مسلمانَ | پيسا | پيسو |

(و) "سَرندي پُڄندي" ٻٽو لفظ آهي توهان اهڙا ڪي ٻہ ٻيا پنج ٻٽا لفظ لکي ڏيکاريو.

جواب: اڄڻ وڃڻ

ڏيڻ وٺڻ

لکڻ پڙهڻ

گهمڻ ڦرڻ

ڦرٽو گهرٽو

## سبق پنجون

# صوفي شاهه عنايت رح جو ميلو

### نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ڌرتي | زمين | پيروڪار | مجيندڙ |
| واهڻ | ڳوٺ | تفريح | وندر |
| وندر | مصروفيت | نوازيو | عطا ڪيو |
| هاڪ | تعريف | فيض | فائدو |
| هلچل | تحريڪ | ڪيڙي | آباد ڪري |
| درس | سبق | هلچل | تحريڪ |
| اسٽال | هٽ، دڪان | تربيت | سکيا |
| تفسير | سمجهاڻي | خانقاهه | بزرگن جو آستانو |
| رياضتون | عبادتون | زائرين | زيارت لاءِ آيل |
| صحبت | سنگت | عقيدت مند | معتقد، مجيندڙ |
| قيام | رهائش | مزار | قبر |
| وسندي | آبادي | ڪانفرنس | ڪنهن مسئلي تي ڪوٺايل وڏو ميڙ |



### سبق جو حاصل مطلب

سنڌ صوفين ۽ بزرگن جي سرزمين رهي آهي. سنڌ ۾ ڪوبه اهڙو واهڻ يا وسندي نه آهي، جتي اهڙن صوفين يا بزرگن جي مزار نه هجي، انهن مزارن تي هر سال ميلا لڳندا آهن. انهن ميلن ۾ زرعي نمائش، ادبي ڪانفرنس ۽ مشاعرا به ٿيندا آهن ۽ ان ڪان علاوه هنرن جا اسٽال، سرڪس، جهولا، مناين، رانديڪن ۽ مختلف ڪاڌي پيتي جا دڪان سجايا ويندا آهن.

سنڌ ۾ اهڙن لڳندڙ ميلن ۾ ”صوفي شاهه عنايت شهيد“ جو ميلو اهم حيثيت رکي ٿو. شاهه عنايت الله جي والد جو نالو مخدوم فضل الله هو، جن جا وڏا اصل بغداد جا هئا، جتان لڏي اچي ”اچ شريف“ ۾ رهيا. ان ڪانپوءِ ميران پور ۾ اچي رهيا.

صوفي شاهه عنايت ميران پور ۾ 1066هه مطابق 1654ع ۾ پيدا ٿيو. شروعاتي تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ درويشي اختيار ڪيائين. ان ڪان پوءِ مختلف بزرگن ڪان فيض حاصل ڪندي حيدرآباد دکن جي شاهه عبدالملڪ برهانپوري، ڪيس وڏين رياضتن ڪان پوءِ هڪ ڳاڙهو خرقو، ترار ۽ ٽوپي ڏئي صوفيءَ جي لقب سان نوازيو. شاهه صاحب جي نصيحت مطابق ٺٽي ۾ ڪجهه وقت رهڻ ڪانپوءِ ميران پور ۾ رهيو. ميران پور ۾ رهڻ ڪري

سنڌس وڏي تعداد ۾ عقيدت مند اچڻ لڳا ۽ روحاني فيض حاصل ڪرڻ لڳا.

سن 1128هه مطابق 1715ع ۾ نواب اعظم خان گورنر آف ٺٽو، ڍل ڏيڻ کان انڪار تي ميران پور جو ڇهه مهينا گهيرو ڪيو ۽ شاهه عنايت کي 17 صفر 1130هه مطابق 1718ع ۾ شهيد ڪري ڇڏيو. سنڌس آخري آرامگاهه جهوڪ شريف ۾ آهي، جتي هر سال 17 صفر تي ميلو لڳندو آهي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 صوفي بزرگن ڪهڙو پيغام ڏنو آهي؟**

**جواب:** صوفي، بزرگن پيار، محبت ۽ امن جو پيغام ڏنو آهي.

**سوال نمبر:2 ميلي ۾ ڪهڙي قسم جي تفريح هوندي آهي؟**

**جواب:** ميلي ۾ هنرن جا اسٽال، سرڪس، جهولا، مناين ۽ رانديڪن جا دڪان سجائي ماڻهن کي تفريح فراهم ڪئي ويندي آهي.

**سوال نمبر:3 صوفي شاهه عنايت رح هارين جي حقن لاءِ ڪهڙو پيغام ڏنو؟**



**جواب:** شاهه عنايت رح هارين جي حقن لاءِ ”جو کيڙي سو کائي“ جو انقلابي نعرو ڏنو.

**سوال نمبر:4 صوفي شاهه عنايت رح جي شهادت وقت ٺٽي جو گورنر ڪير هو؟**

**جواب:** صوفي شاهه عنايت جي شهادت وقت ٺٽي جو گورنر نواب اعظم خان هو.

**سوال نمبر: 5 صوفي شاهه عنايت شهيد رح جو ميلو ڪڏهن ۽ ڪٿي لڳندو آهي؟**

**جواب:** صوفي شاهه عنايت جو ميلو 17 صفر تي جهوڪ شريف ۾ لڳندو آهي.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولي لکو ۽ پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:**

**جواب:** لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. جملن ۾ استعمال هيٺ ڏجي ٿو.

| لفظ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|
| تفريح | اسان کي سير ۽ تفريح ڪرڻ گهرجي. |
| واڌ | اسان جي سنڌ جا واڌ ترقي کان محروم آهن. |
| درس | استاد جي ڳالهين ۾ اسان جي لاءِ درس هوندو آهي. |
| تفسير | اسان جي استاد قرآن شريف جو ترجمو ۽ |

| | |
|---|---|
| | تفسير لکيو آهي. |
| منافعو | واپار ۾ گهڻو منافعو ملندو آهي. |

**(ج) اوهان ڪنهن صوفي بزرگ جو ميلو ڏٺو هجي ته انهيءَ بابت ٻڌايو:**

**جواب:** اسين گذريل سال 14 صفر تي حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي جو ميلو گهمڻ لاءِ ڀٽ شاھ وياسين. درگاھ تي دعا گهرڻ کان پوءِ ميلي ۾ نڪري پياسين. هر طرف طرحين طرحين دڪان سجايل هئا. هڪ دڪان تي منائي ۽ قلا کاڌاسين. هوٽل تي چانهه پيئڻ کان پوءِ سرڪس ۽ موت جو کوهه به ڏٺو سين ۽ شام جو خوش خوش گهر موٽياسين.

**(د) سير ۽ تفريح زندگيءَ ۾ ڪيترو ضروري آهي؟ انهيءَ تي اوهان پنهنجي تخليقي ۽ تنقيدي راءِ ڏيو.**

**جواب: (i) تخليقي راءِ:** سير ۽ تفريح بابت منهنجي تخليقي راءِ اها آهي ته انسان کي پنهنجي ماڳ کان ڪڏهن گهمڻ ڦرڻ لاءِ ضرور نڪرڻ گهرجي. ٻاهر نڪرڻ سان انسان جي عقل ۽ دماغ ۾ ڪيترائي نوان واقعات اڳيان اچي ويندا آهن. قرآن شريف ۾ به انسان کي اهو تاڪيد ڪيو ويو آهي ته الله تعاليٰ جي ڌرتي ۾ گهمو ڦرو پر بصيرت جون اکيون کولي هڪ هڪ جڳهه تان عبرت حاصل ڪندا وڃو.



**(ii) تنقيدي راءِ:** مان انهن ماڻهن کي سختي سان منع ڪندس ته سير ۽ تفريح لاءِ رڳو جسماني ۽ ذهني لذت حاصل ڪرڻ خاطر ڪڏهن به نه وڃو. اهو هرو ڀرو پئسي جو زيان ٿيندو. اسان ڪيترن ئي ماڻهن کي اهڙي سير ۽ تفريح کان موٽڻ بعد ٻار ٻار وڃڻ جون تياريون ۽ پلان ٺاهيندي ڏٺو آهي. پر انهن کي سير ۽ تفريح مان ڪو به روحاني سڪون حاصل ڪرڻ جي نيت ڪندي ڪڏهن به نه ڏٺو آهي.

**(هه) هيٺ ڏنل خال ڀريو:**

**جواب:**

(i) صوفي شاھ عنايت شهيد رح جي مزار .................... ۾ آهي.

جواب: جهوڪ شريف

(ii) صوفي شاھ عنايت شهيد رح جو هر سال ميلو .................... تي لڳندو آهي.

جواب: 17 صفر

(iii) صوفي شاھ عنايت شهيد رح جي ميلي جي موقعي تي .................... ڪلام ڳايو ويندو آهي.

جواب: صوفياڻو

(iv) صوفي شاھ عنايت شهيد رح جا وڏا اصل .................... جا هئا.

جواب: بغداد

(V) ميران پور ۾ رهڻ دوران سندن فقيريءَ جي ..................... هر هنڌ پکڙجي وئي.

جواب: هاڪ

(و) تصوير سُڃاڻو:

جواب: هي تصوير حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي مزار جي آهي.



سبق ڇهون

# آڪاش منڊل

## ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| اُڀ | آسمان | نهاريو | ڏٺو |
| ٽمڪندڙ | چمڪندڙ | ليائيندڙ | وڻندڙ |
| موهيندڙ | ڪشش ڪندڙ | ڪرڻا | شعاع |
| گردش | ڦيرو | شمسي | سج جو |
| چڪر | ڦيرو | مکيه | خاص / اهم |
| آڪاش | آسمان | منڊل | ماحول |
| ٻيهڪ | ٻيهڻ جو طريقو | قطار | لائين |
| اسر | صبح صادق | کهڪشان | ڪتي |
| جهرمٽ | ميڙ | پچڙ | پچڙي وارو |
| تهه | غلاف | خارج | نڪرڻ |
| سموريون | سڀ | ڄاڻايا | ٻڌايا |
| نظارو | منظر، ڏيک | باهمي | گڏيل |
| ڪشش | ڇڪ، زور | مخصوص | خاص |
| منڊڻ | سينگارڻ | نکٽ | تارن جو ميڙ |
| اُپ گره | نظام شمسي ۾ شامل سيارا جيڪي خود | | |

| | |
|---|---|
| | روشن نہ آهن پر ٻين کان روشني وٺن ٿا. جهڙوڪ: چنڊ |
| گره | نظام شمسي ۾ شامل سيارا جن جي ڌار حيثيت آهي |

## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

توهان رات جو اُڀ ڏي ضرور نهاريو هوندو. اونداهي رات ۾ تہ اُڀ تي ٽمڪندڙ تارن جو نظارو دل کي اجا بہ وڌيڪ لُڀائيندڙ ۽ موهيندڙ لڳندو آهي. تارا ڏينهن جو بہ هوندا آهن پر سج جي تيز روشنيءَ سبب نظر نہ ايندا آهن.

تارا اهڙيون ڪائناتي ۽ قدرتي شيون آهن، جيڪي گرمي، روشني ۽ ڪرڻا پيدا ڪن ٿيون. سج بہ هڪ تارو آهي. سج ۽ ان چوڌاري گردش ڪندڙ شين کي شمسي نظام چئبو آهي. ان شمسي نظام ۾ گرهہ ۽ اُپ گرهہ اچي وڃن ٿا. تاري کي پنهنجي روشني هوندي آهي، پر گرهہ يا اُپ گرهہ کي پنهنجي روشني نہ هوندي آهي. ننڍا وڏا گرهہ سج جي چوڌاري گردش ڪندا آهن. اُپ گرهہ وري گرهن جي چوڌاري چڪر لڳائيندا آهن. اسان جي ڌرتي بہ هڪ گرهہ آهي ۽ چنڊ اسان جي ڌرتيءَ جو هڪ اُپ گرهہ آهي. اٺ وڏا گرهہ، زمين، مريخ، عطارد، زهره، مشتري، زحل، يورينس ۽ نيپچون آهن. پلوٽو ۽ ٻيا ننڍا گرهہ آهن.



آڪاش منڊل ۾ ڪهڪشائون بہ آهن. ڪهڪشائون بہ ستارن جا جهرمٽ آهن. اسان جو سج هڪ ٻي ترتيب ڪهڪشان جي نظام جو حصو آهي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 آڪاش منڊل مان ڇا مراد آهي؟**

**جواب:** رات جو آسمان تي تارن جي پکڙيل نکٽن واري ماحول کي "آڪاش منڊل" چئبو آهي.

**سوال نمبر:2 شمسي نظام ڇا کي چئبو آهي؟**

**جواب:** سج ۽ ان جي چوڌاري گردش ڪندڙ شين کي "شمسي نظام" چئبو آهي.

**سوال نمبر:3 گرهہ ۽ اُپ گرهہ ۾ فرق ٻڌايو؟**

**جواب:** گرهہ سج جي چوڌاري گردش ڪندا آهن جڏهن تہ اُپ گرهہ گرهن جي چوڌاري گردش ڪندا آهن.

**سوال نمبر: 4 ڪهڪشان ڇا کي چئجي ٿو؟**

**جواب:** ستارن جي جهرمٽ کي ڪهڪشان چئجي ٿو.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت ۾ ڳولي لکو:**

آڪاش _ منڊل _ نظارو _ گردش _ جهرمٽ

**جواب:** لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو.

(ج) توهان رات جو اُپ ڏانهن ضرور نهاريو هوندو. هن جملي ۾ "نهاريو" فعل ماضي آهي.

"نهاريو" کي بدلائي "نهاريندا" لکنداسين تہ فعل جو زمانو بدلجي ويندو، انهيءَ زماني کي زمان مستقبل چئبو آهي. مستقبل معنيٰ ايندڙ وقت.

هيٺين فعلن جي زمان کي بدلائي زمان مستقبل ٺاهيو:

لکيو _ آيو _ پڙهيو _ ڳالهايو _ ويا

| جواب: لکيو | لکندا |
|---|---|
| آيو | ايندا |
| پڙهيو | پڙهندا |
| ڳالهايو | ڳالهائيندا |
| ويا | ويندا |

(د) اوهان پنهنجي اسڪول ۾ ٿيندڙ سائنسي ميلي بابت ٻڌايو:

**جواب:** هر اسڪول ۾ مختلف طريقن سان سائنسي ميلو منعقد ڪيو ويندو آهي. هر استاد کي کپي تہ پنهنجي پنهنجي اسڪول ۾ ملهايو ويندڙ سائنسي ميلي جو احوال ٻارن کي تفصيل سان ٻڌائي.



(هہ) هيٺ ڏنل تصوير کي ڏسي استاد جي مدد سان تصوير بابت پيرا گراف لکو:

**جواب:** استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي.

(و) مناسب لفظن سان خال ڀريو:

❖ آڪاش کي _______ بہ چئبو آهي.

| زمين | اُڀ ✓ | چنڊ | تارو |
|---|---|---|---|

جواب: اُڀ

❖ زمين هڪ _______ آهي.

| اُڀ گرهہ | گرهہ ✓ | تارو | نکٽ |
|---|---|---|---|

جواب: گرهہ

❖ ٽن تارن جي قطار کي _______ چئبو آهي.

| ڪَتِي | وهائو تارو | ٽيڙُو ✓ | ڳٽ |
|---|---|---|---|

جواب: ٽيڙُو

## سبق ستون

# هلو سبز پرچم اڏاري هلو (بيت)

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| چمن | باغ، گلزار، گلشن | ساٿ | سنگت، تعاون |
| سنواري | ناهي، جوڙي | ڪدورت | عداوت، حسد |
| اجاري | صاف ڪري | ڪينو | بغض، حسد، ساڙ |
| سخا | سخاوت، خيرات | ڌيان | خيال، فڪر، توجهه |
| وفا | وفاداري | ڪچائي | ڏنگائي، گهٽ |
| اُجاري | پڙهي | صداقت | سچائي، خلوص |
| سهاري | پروسي، آسري | سهاري | پروسي |
| ڏکن | تڪليفن، مشڪلاتن | ڪنارو | ڪنڌي، ڪپ |
| ڏونگر | جبل | توڪل | پروسو، ڀروسو يقين |
| عَلم | جهنڊا | قدم چمڻ | ڪاميابي حاصل ڪرڻ |



| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| بلندي | مٿانهين، اوچائي | سبز | سائو |
| عظمت | وڏائي، شان | ڪوري | ڪپي، ٽڪي |
| ديس | وطن، ملڪ | ڪوڙي | لڳائي، هٽي |
| پرچم | جهنڊو | سونهين | جڳائي |
| ترهي | آسري، سهاري | زماني | وقت |
| بگل | آواز، اعلان | ڪپٽ | ٺڳي، دولاب، فريب |

### ❁ بيتن جي سمجهاڻي ❁

وطن جي چمن کي سنواري هلو،  
سنواري، سڌاري، اُجاري هلو.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر سليم ڳاڙهوي چوي ٿو ته پنهنجي وطن جي چمن کي سنواري، سڌاري ۽ اُجاري اڳتي وڌندا هلو.

سخا جي نظر سان نهاري هلو،  
وفا جي اکر کي اُجاري هلو.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته سخا جي نظر سان نهاري ۽ وفا جي اکر کي اُجاري وڌندا هلو.

سوين سج اُڀ تي اُڀاري هلو،

سچو ساٿ ساري سنڀاري هلو

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته آسمان تي سوين سج اڀاري ۽ سچو ساٿ ساري اڳتي وڌندا هلو.

ڪدورت ۽ ڪيني کي دل مان ڪڍي،
فقط ديس جو ڌيان ڌاري هلو.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته ڪدورت ۽ ڪيني کي پنهنجي دل مان ڪڍي فقط ديس جو خيال ڪري اڳتي وڌندا هلو.

جبل جهنگ، دريا لتاڙي لنگهو،
ڏکن جي ته ڏونگر کي ڏاري هلو.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو جبل، جهنگ، درياهه سڀ لتاڙي ۽ ڏکن جي جبل کي ڏاري اڳتي وڌندا هلو.

ڪچائي، ڪپت، ڪوڙ ڪوري ڪڍو،
صداقت ۽ سچ جي سهاري هلو.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته ڪچائي، ڪپت ۽ ڪوڙ کي ڪوري، صداقت ۽ سچ جي سهاري اڳتي وڌندا هلو.

بلنديءَ جي عظمت جا ڪوڙي علم،
زماني کي حيرت ڏياري هلو.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته بلنديءَ جي عظمت جا علم ڪوڙي، زماني کي حيرت ۾ وجهندي اڳتي وڌندا هلو.



ڪنارا اچي نيٺ چمندا قدم،
توڪل جي ترهي کي تاري هلو.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته ڪنارا نيٺ اچي قدم چمندا، توهين توڪل جي ترهي کي تاري اڳتي وڌندا هلو.

هلڻ جو، وڌڻ جو، بگل ٿو وڄي،
اٿو قافلي کي، اٿاري هلو.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته هلڻ ۽ وڌڻ جو بگل وڄي ٿو، توهين قافلي کي اٿاري اڳتي وڌندا هلو.

امانت اوهان کي ٿي سونهي "سليم"،
هلو سبز پرچم اڏاري هلو.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر سليم چوي ٿو ته امانت اوهان کي سونهي ٿي، توهين سائو جهنڊو اڏائي اڳتي وڌندا هلو.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو؛

سوال نمبر:1 هن نظم مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ پسند آهي ۽ ڇو؟

جواب: هن نظم مان اسان کي هي بند وڌيڪ پسند آهي.

وطن جي چمن کي سنواري هلو،
سنواري، سداري، اجاري هلو.

مٿيون بند اسان کي ان ڪري پسند آهي، جو ان ۾ وطن کي سنوارڻ، سڌارڻ ۽ صاف سٿرو رکڻ جي ڳالهه ڪئي وئي آهي. جيڪڏهن اسان پنهنجي وطن کي صاف سٿرو نه رکنداسين ته پهرين نظر ۾ ئي بين تي ڀُڙو اثر ويهندو.

**سوال نمبر:2 ”ڏکن جي ڏونگر کي ڏارڻ“ مان ڇا مراد آهي؟**

**جواب:** ”ڏکن جي ڏونگر کي ڏارڻ“ جو مطلب سخت جفاڪشي ۽ سخت محنت جي ذريعي پنهنجي ڏکن کي ختم ڪري اڳتي وڌڻ آهي.

**سوال نمبر: 3 وطن جي چمن کي ڪيئن سنوارجي؟**

**جواب:** وطن جي چمن کي ڪچائي، ڪپت ۽ ڪوڙ کي ڪڍي سنوارجي.

**سوال نمبر: 4 وطن جي حب جا ڪي پيا شعر توهان کي ياد هجن ته ٻڌايو.**

**جواب:** اعليٰ تنهنجو شان پيارا پاڪستان
پيارا پاڪستان، اعليٰ تنهنجو شان،
تنهنجو جهنڊو، پيارو پيارو،
جنهن ۾ چمڪي، چنڊ ۽ تارو،
تنهنجو خاص نشان، پيارا پاڪستان.



**(ب) هيٺ ڏنل لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

ساٿ _ عظمت _ أپ _ سچ _ ڪنارا _ ڏيان

جواب:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| ساٿ | اسان کي حق جو ساٿ ڏيڻ گهرجي. |
| عظمت | عظمت سموري جي سموري الله تعاليٰ جي آهي. |
| أپ | أپ ۾ تارا ٽمڪن ٿا. |
| سچ | سچ ته بينو نچ، ڪوڙ جي منهن ۾ ڏوڙ |
| ڪنارا | توڪل جي آسري تي نيٺ ڪنارا قدم اچي چمندا. |
| ڏيان | هر ڪم ڏيان سان ڪرڻ گهرجي. |

**(ج) نظم کي سُر ۽ لئه سان ڪورس واري انداز ۾ پڙهو:**

جواب: استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي.

**(د) وطن جي جهنڊي جي عزت بابت هڪ مضمون لکو:**

جواب: اسان مان اهو ڪهڙو ماڻهو هوندو جنهن کي پنهنجي وطن سان محبت نه هوندي، وطن جي گهٽين ۽ رستن تي رانديون ڪندي اسان جو ننڍپڻ گذريو آهي. اسان

جي وطن جي پاڪ سر زمين ۾ اسان جي وڏڙن جون هڏڙيون دفن ٿيل آهن. انهيءَ لاءِ وطن سان ڪنهن کي عزت ۽ محبت نہ هوندي.

اهڙي طرح اسان جي وطن جو هڪ جهنڊو آهي. جنهن کي هوا ۾ لهرائي اسان اهو وچن ڪندا آهيون تہ اسان پنهنجي وطن کي بہ اهڙي طرح بلند ڪنداسين. جهنڊو هر وطن جو نشان ۽ شعار هوندو آهي هن جهنڊي جي عزت ۽ احترام ڪرڻ اسان سڀني تي فرض آهي. عام حالات جي مقابلي ۾ جنگين دوران تہ جهنڊي جي عزت اڃا بہ وڌي ويندي آهي. جنهن ملڪ جون فوجون دشمن جا جيڪي علائقا فتح ڪنديون ويندون آهن. اتي پنهنجو جهنڊو ڦرڪائينديون وينديون آهن. تاريخ اسلام مان اسان کي ڪيترا واقعا ملن ٿا تہ مسلمان لشڪرن پنهنجي پاڪ جهنڊي جي عظمت کي هميشہ اوچو رکيو آهي. ايستائين جو اُهي پنهنجي جان شهيد ڪرائڻ لاءِ تيار ٿي ويا پر پنهنجي وطن جي جهنڊي کي هيٺ ڪرڻ نہ ڏنو.

اسان کي بہ گهرجي تہ اسان پنهنجي وطن جي جهنڊي جي عزت ڪريون ۽ اُن کي هميشہ اوچو رکڻ جي ڪوشش ڪريون.

**(ھ) هيٺ ڏنل بند مڪمل ڪريو:**

❖ ڪچائي، ڪُپت، ڪوڙ ..............................

جواب: ڪوري ڪيو



❖ .............................. جي سهاري هلو.

جواب: صداقت ۽ سچ

❖ جبل، جهنگ، دريا ..............................

جواب: لتاڙي هلو

❖ .............................. ڏونگر کي ڏاري هلو.

جواب: ڏکن جي تہ

❖ هلڻ جو، وڌڻ جو ..............................

جواب: بگل ٿو وڄي

❖ .............................. کي اُتاري هلو.

جواب: اٿو قافلي

**(و) نظم ۾ ڪم آيل "هم آواز" لفظن جي چونڊ ڪريو: جيئن "سنواري _ نهاري"**

**جواب:**

اجاري _ اڄاري _ اپاري _ اٿاري _ اڏاري

سنواري _ ڏاري _ ڏاري _ سهاري _ ڏياري _ تاري

**ياد رکو تہ:**

نظم ۾ اهڙن هم آواز لفظن کي "قافيو" بہ چئبو آهي.

## سبق انون

# هولي

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| اگهامي | قبول پوي | سنسار | جهان |
| پوڄا | عبادت | پالڻهار | پاليندڙ |
| جئه | فتح | تربيت | سکيا، پرورش |
| للڪار | هڪل | پرچار | مشهوري |
| خلقڻهار | پيدا ڪندڙ | سِٽ سٽڻ | سازشون ڪرڻ |
| نروار | ظاهر | اهڃاڻ | نشان |
| ڦڳڻ | سنڌي سال جي آخري مهيني جو نالو | | |
| ڏوڙيو | هولي جو ٻيو ڏينهن جڏهن تيز هوا لڳندي هجي | | |

### ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

ڪنهن وقت هندو راجا هندستان تي حڪومت ڪندو هو. سندس نالو هرناڪش هو. ڏاڍو عبادت گذار هو. هڪ ڏينهن ڏٽي ڪان دعا گهريائين "اي منهنجا پالڻهار! مون کي اهڙي سگهه ڏي جو مون کي ڪوبه انسان تير يا تلوار سان نه ماري سگهي، نه زمين تي مران نه آسمان تي، نه ڏينهن



جو موت اچي، نه رات جو مران" ڏٽي در اها دعا قبول ٿي وئي. گهڻي وقت ڪانپوءِ راجا جي اندر غرور ۽ تڪبر پيدا ٿيڻ شروع ٿي ويو ۽ ماڻهن تي ظلم ڪرڻ لڳو ڪيس اِهو غرور هوندو هو ته مون کي موت نه ايندو.

هرناڪش راجا کي پهلاج نالي هڪ پٽ هو. وڏي ٿيڻ ڪانپوءِ هن ڏٺو ته هن دنيا ۾ منهنجي پيءُ جي پوڄا پئي ٿئي، حالانڪ پوري ڪائنات مان ڪنهن به شيءِ کي منهنجي پيءُ ڪونه پيدا ڪيو آهي، سو هن جي مخالفت شروع ڪيائين، جڏهن اها خبر بادشاهه کي پئي ته ڪيس ڪيترا ڀيرا مارائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪامياب نه ٿيو. هڪ ڏينهن سندس ڀيڻ جنهن جو نالو هولڪا ٻائي هو، ڪيس پريشاني جو سبب پڇيو ته هن پنهنجي پٽ پهلاج جو سور ٻڌايو. ڀيڻ اهو ٻڌي ڪيس چيو ته مون وٽ هڪ رئو آهي، ان جي پائڻ سان باهه نه لڳندي آهي. تون هڪ آڙاهه ٻاراءِ مان ان ۾ ويهان ٿي ۽ پهلاج کي به چئو ته جيڪڏهن تون سچو آهين ته هن آڙاهه ۾ ويهه. ايئن هو جلي ويندو ۽ جان ڇٽي پوندي. پهلاج به ڏٽي جو نالو وٺي آڙاهه ۾ ٽپي پيو. ڏٽي جي قدرت سان هوا جو طوفان آيو ۽ اهو رئو هولڪا ٻائي تان لهي وڃي پهلاج کي چنبڙي پيو، اهڙي طرح هولڪا مري وئي ۽ پهلاج بچي ويو. ماڻهو سڄ جي جئه پڪارڻ لڳا، راجا ڏاڍو لڄي ٿيو، هندو ان ڏينهن جي خوشيءَ ۾ هولي ملهائيندا آهن.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 راجا هرناڪش ڪهڙي دعا گهري؟**

**جواب:** راجا هرناڪش هي دعا گهري هئي تہ مون کي ڪوبہ ماڻهو تير يا تلوار سان ماري نہ سگهي نہ زمين تي مران، نہ آسمان تي مران، نہ ڏينهن جو موت اچي ۽ نہ رات جو مران.

**سوال نمبر:2 راجا هرناڪش جي پٽ جو نالو ڇا هو؟**

**جواب:** راجا هرناڪش جي پٽ جو نالو پهلاج ڀڳت هو.

**سوال نمبر:3 پهلاج ڀڳت پيءُ جي خلاف ڇو ٿيو؟**

**جواب:** پهلاج ڀڳت پيءُ جي خلاف ان ڪري ٿيو جو هن ڏٺو تہ ماڻهو راجا جي اڳيان ڪنڌ جهڪائي پوڄا ڪن ٿا، حالانڪ منهنجي پيءُ، ڪابہ شيءِ پيدا نہ ڪئي آهي، ساري سنسار جو پيدا ڪندڙ هڪ خدا آهي.

**سوال نمبر:4 هولڪا ڪير هئي ۽ سندس موت ڪيئن ٿيو؟**

**جواب:** هولڪا ڀائي راجا هرناڪش جي ڀيڻ هئي سندس موت باهہ ۾ سڙڻ جي ڪري ٿيو.



**سوال نمبر: 5 هولي ڪهڙي مهيني ۾ ملهائبي آهي؟**

**جواب:** هولي هر سال ڦڳڻ مهيني جي يارهين تاريخ تي ملهائي ويندي آهي.

**سوال نمبر: 6 هوليءَ جي ٻئي ڏينهن کي ڇا سڏبو آهي؟**

**جواب:** هوليءَ جي ٻئي ڏينهن کي ”ڌوڙيو“ سڏبو آهي.

**سوال نمبر: 7 راجا هرناڪش جو موت ڪيئن ٿيو؟**

**جواب:** نرسنگهہ، هرناڪش کي پنهنجي ران تي ويهاري پنهنجن ننهن سان سندس پيٽ ڦاڙي سندس جيون جو انت آندو.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

تربيت _ للڪار _ سنسار _ پرچار

**جواب:** لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| لفظ | جملن ۾ استعمال |
|---|---|
| تربيت | ٻارن جي سٺي تربيت ڪرڻ گهرجي. |
| للڪار | اسان جي فوجين دشمن جي فوجين کي للڪاريو. |

| سنسار | هن سنسار کي الله تعاليٰ خلقيو آهي. |
|---|---|
| پرچار | اسان کي سٺين ڳالهين جي پرچار ڪرڻ گهرجي. |

(ج) هيٺ ڏنل جملن کي زمان ماضيءَ مان زمان حال ۾ بدلايو:

جيئن: پهلاج آيو ـ پهلاج اچي ٿو

| زمان ماضي | زمان حال |
|---|---|
| هريش ماني ڪاڌي. | هريش ماني کائي ٿو. |
| سيتا اسڪول وئي. | سيتا اسڪول وڃي ٿي. |
| اسڪول جو گهنڊ وڳو. | اسڪول جو گهنڊ وڃي ٿو. |

(د) نوان لفظ ٺاهيو:

جيئن: پنجون ـ پنجين ـ پنجِين وغيره

| | | |
|---|---|---|
| ڇهون | ڇهين | ڇهِين |
| ستون | ستين | ستِين |
| اٺون | اٺين | اٺِين |
| نائون | نائين | نائِين |
| ڏهون | ڏهين | ڏهِين |
| يارهون | يارهين | يارهِين |

(هه) تصوير ۾ مناسب رنگ ڀريو.

جواب: استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾



مڪمل ڪرائي.

## سبق نائون

# سنڌ جا علمي ۽ ادبي ادارا

### نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| بنياد | پيڙهه | تجويز | راءِ |
| واڌارو | گهٽتائي، فائدو | اجاگر | روشن |
| علمي | علم وارو | نوادرات | عجائبات |
| ماحوليات | ماحول جو علم | جوڙيو | ناهيو |
| سلسلو | ڪڙي | پاڻ موکڻ | پاڻ ملهائڻ |
| روشناس | واقف | درست | ٺيڪ |
| سرگرميون | جوش، تيزي | جائزو | تحقيق |
| هٿي | حمايت، مدد | مشتمل | گڏيل |
| مقالا | تحقيقي مضمون | | |

### سبق جو حاصل مطلب

سنڌي ٻولي جي شڌاري ۽ واڌاري لاءِ سنڌ ۾ علمي ۽ ادبي ادارا قائم ڪيل آهن. اهي ادارا ٻوليءَ ۽ ادب جي واڌاري سان گڏ سنڌ جي ثقافت ۽ تهذيب کي واقف ڪرائڻ ۾ پڻ اهم ڪردار ادا ڪري رهيا آهن. تن مان ڪجهه ادارا



هي آهن:

**سنڌي ادبي بورڊ:**

سنڌي ادبي بورڊ، سنڌ جو تاريخي علمي ۽ ادبي ادارو آهي، هي ادارو ڄامشوري ۾ آهي. هن اداري جو بنياد 1940ع ۾ سنڌ جي تڏهوڪي تعليم جي وزير جي ايم سيد رکيو. تڏهن ان جو نالو "سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ" رکيو ويو ۽ اداري جو چيئرمين ميران محمد شاهه کي ڪيو ويو.

ڊسمبر 1951ع ۾، سنڌ سرڪار پاران "سنڌي ادب لاءِ صلاحڪار بورڊ" نالو ختم ڪري ان جو نالو "سنڌي ادبي بورڊ" رکيو ويو.

سنڌي ادبي بورڊ پاران "مهراڻ"، "سرتيون" ۽ "گل ڦل" رسالا پڻ باقاعدگيءَ سان شايع ٿيندا رهن ٿا. ان کان سواءِ هن اداري پاران علمي، ادبي ۽ ثقافتي سرگرميون پڻ ٿينديون رهن ٿيون.

**سنڌالاجي:**

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌي ثقافت، تاريخ، ادب، علم آثار قديمه، علم انسان، موسيقيءَ کي هٿي ڏيارائڻ ۽ انهن شعبن ۾ تحقيق ڪرڻ لاءِ قائم ڪيل هڪ ادارو آهي. هي ادارو سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري ۾ قائم ٿيل آهي. هن اداري جي شروعات، 20 ڊسمبر 1962ع ۾،

سنڌ يونيورسٽي ايلسا قاضي ڪئمپس حيدرآباد ڪان ڪئي وئي. هن اداري جو پهريون نالو "سنڌي اڪيڊمي" ان ڪان پوءِ "اداره سنڌيات" ۽ آخر ۾ 1964ع ۾ پير حسام الدين راشديءَ جي تجويز تي "ايران الاجي" ۽ "ايجپٽالاجي" جي طرز تي، "سنڌالاجي" رکيو ويو.

**سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو:**

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ 1972ع ۾ قومي ٻولي "اردو" سان گڏوگڏ صوبائي ٻولين جي ترقيءَ لاءِ قانون پاس ڪيو ويو. ان قانون موجب سنڌ اسيمبلي ۾ 1972ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ قانون پاس ڪيو ان ۾ ترميم ڪري. فيبروري 1991ع تي سنڌي لئنگئيج اٿارٽي کي جوڙيو ويو. جنهن کي اسين "سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو" به چوندا آهيون. هي ادارو حيدرآباد، سنڌ ۾ آهي.

هي ادارو سنڌي ٻوليءَ جي سُڌاري، واڌاري ۽ ان جي ترقيءَ لاءِ ساراهه جوڳو ڪم ڪري رهيو آهي. جهڙوڪ: لفظن جي دُرست ۽ ترجيحي صورت، انهن جو استعمال ۽ جُملن جي دُرست جوڙجڪ جو ڪم ڪري رهيو آهي. گرامر ۽ لغتن جي ڇپائيءَ ۾ پاڻ موکڻ جهڙو ڪم سرانجام ڏيئي رهيو آهي. ان کان سواءِ اداري پاران نصابي ڪتابن جي ٻولي، اخبارن ۽ ٽي وي چينلن ۾ استعمال ٿيندڙ ٻولي ۽ اسڪولن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي



دُرست پڑهائيءَ وارن ڪمن جو جائزو وٺي، انهن ۾ مناسب سُڌارا ۽ بهتري پڻ آندي وڃي ٿي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 سنڌي ادبي بورڊ جو بنياد ڪڏهن رکيو ويو؟**

**جواب:** سنڌي ادبي بورڊ جو بنياد 1940ع ۾ رکيو ويو.

**سوال نمبر:2 سنڌالاجي کي ڪڏهن قائم ڪيو ويو؟**

**جواب:** سنڌالاجي کي 1964ع ۾ قائم ڪيو ويو. ان کان اڳ هي ادارو 20 ڊسمبر 1962ع کان "سنڌي اڪيڊمي"، "پوءِ اداره سنڌيات" ۽ آخر ۾ "سنڌالاجي" نالي سان ڪم ڪري رهيو آهي.

**سوال نمبر:3 سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو ڪڏهن جوڙيو ويو ۽ ڇو؟**

**جواب:** سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو فيبروري 1991ع تي جوڙيو ويو. هي ادارو سنڌي ٻولي جي سُڌاري، واڌاري ۽ ان جي ترقي لاءِ ساراهه جوڳو ڪم ڪري رهيو آهي. جهڙوڪ لفظن جي درست ۽ ترجيحي صورت، انهن جو استعمال ۽ جملن جي درست جوڙجڪ

جو ڪم ڪري رهيو آهي.

**سوال نمبر:4 سنڌي ٻولي ۽ ادب جي واڌاري لاءِ سبق ۾ ڏنل ادارن جو ڪهڙو ڪردار آهي؟**

**جواب:** سنڌي ٻولي ۽ ادب جي واڌاري لاءِ مٿيان سڀ ادارا اهم ڪردار ادا ڪري رهيا آهن اهي ادارا ڪيترن ئي موضوعن تي ڪتاب شايع ڪن ٿا. ان ڪان علاوه سنڌ جا هنر دستڪاري، قلمي نسخا، ناياب ڪتابي ۽ غير ڪتابي مواد ۽ نوادرات کي قومي ۽ بين الاقوامي سطح تي اجاگر ڪري رهيا آهن ۽ ٽي وي چينلن ۾ استعمال ٿيندڙ ٻولي ۽ اسڪولن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي درست پڙهائي وارن ڪمن جو جائزو وٺي انهن ۾ مناسب سڌارا ۽ بهتري آڻيندا آهن.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

بنياد _ واڌارو _ علمي _ ماحوليات _ سلسلو

**جواب:** لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| بنياد | سنڌي ادبي بورڊ جو بنياد 1940ع ۾ رکيو ويو |
| واڌارو | سنڌ جا ادارا سنڌي ٻولي جي سڌاري ۾ |



| | |
|---|---|
| | واڌارو آڻي رهيا آهن. |
| علمي | اسان کي علمي ماحول ۾ رهي ڪري ئي علم جي واڌاري لاءِ ڪم ڪرڻ گهرجي. |
| ماحوليات | زراعت ۽ ماحوليات تي بہ ڪتاب شايع ڪيا ويا آهن. |
| سلسلو | اسان جي اڪيڊمي ۾ ڪتابن جي ڇپائي جو سلسلو جاري آهي. |

**(ج) اوهان کي سنڌ جي ٻين علمي ۽ ادبي ادارن جي ڪيتري ڄاڻ آهي ۽ انهن بابت ٻڌايو.**

**جواب:** سنڌ ۾ ڪيترائي علمي ۽ ادبي ادارا موجود آهن جن مان ڪجهه هي آهن:

**(i) سنڌ نيشنل اڪيڊمي حيدرآباد:** هن اداري جا سون جي تعداد ۾ ڪتاب شايع ٿيل آهن. هن اداري جو سربراهه محمد موسيٰ ڀٽو صاحب آهي ڪتابن جي ڇپائي جو سلسلو اڃا بہ جاري آهي.

**(ii) يادگار پبلشرز:** هي بہ سنڌ جو هڪ اهم ادارو آهي جيڪو ڪيترن ئي سالن کان سنڌي ماڻهن ۽ سنڌي ادب جي خدمت ڪري رهيو آهي. ان ڪان علاوه هي ادارو اسڪول ۽ ڪاليجي شاگردن جي رهنمائي لاءِ نصابي ڪتابن جون گائيڊون پڻ شايع ڪندو رهي ٿو.

**(iii) مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور:** هي بہ هڪ وڏو

ادارو آهي. جيڪو سنڌ ۾ سنڌي ادبي، مذهب ۽ تاريخ تي ڪيترائي ڪتاب ڇپائي چڪو آهي ۽ اهو سلسلو جاري آهي.

(iv) روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو: هي به هڪ وڏو ادارو آهي جيڪو سنڌ ۾ سنڌي ماڻهن کي هر قسم جي موضوع تي ڪتاب شايع ڪري مهيا ڪري رهيو آهي.

(v) سنڌيڪا: هن اداري جا به ڪيترائي ڪتاب شايع ٿيل آهن.

ان کان علاوه ڪنول اڪيڊمي ۽ سمبارا پبليڪيشن به پنهنجي ڪوشش آهر سنڌي ادب جي خدمت ڪري رهيا آهن.

**(د) اوهان ڪڏهن ڪا سنڌي لغت استعمال ڪئي آهي ته ان جو نالو لکو.**

جواب: مان سنڌيڪا اداري جي "هڪ جلدي سنڌيڪا لغت" استعمال ڪندو آهيان.

**(هه) هيٺ ڏنل عبارت پڙهو ۽ ان ۾ ڪم آيل نون لفظن جي معنيٰ لکو.**

اڄ ٻارن جي صفائيءَ جو هفتو آهي. سيني ٻارن پنهنجي پاڙي جي گهٽيءَ کي سُٺي نموني صاف ڪيو آهي. انهن گند ڪچرو ڪٺي ڪري دٻن ۾ اڇلايو آهي. رستن تي انهن ڇٽڪار ڪيو آهي. گل ٻوٽن کي پاڻي به ڏنو اٿن. انهيءَ سان ڏاڍي وٺڪار ٿي پئي آهي. ٻارن جي انهيءَ



ڪم تي پاڙيوارن کين داد ڏنو آهي. صفائي جي ڪري آسپاس جو ماحول معطر ڪندڙ آهي.

**هيٺين نون لفظن جي معنيٰ لکو:**

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ڇٽڪار | ڇنڪار | وٺڪار | ٺڌي ڇانو |
| معطر | خوشبودار | داد | شاباش . |

**(و) "سنڌي ٻولي جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ ان بابت ڪي به ڏهه جملا لکو:**

(i) سنڌي ٻولي کي تمام سولو ڪري پيش ڪيو وڃي.

(ii) خاص طور تي سنڌي پرائمري ڪلاسن جا ڪتاب تمام سولي ٻولي ۾ هجڻ گهرجن.

(iii) جيستائين پرائمري جو ٻار سنڌي ٻولي کان صحيح طرح واقف نه ٿيندو ته اهو ٻيا علم ڪيئن حاصل ڪري سگهندو.

(iv) ٻارن لاءِ مختلف ڪتاب ترجما ڪري به شايع ڪيا وڃن.

(v) سنڌي ادب جي واڌاري لاءِ ضروري آهي ته وڏن لاءِ سنڌي اخبارون، رسالا ۽ مئگزين شايع ڪيا وڃن.

(vi) ٻارن لاءِ به رسالا شايع ڪيا وڃن.

(vii) ادبي ڪچهري جا پروگرام منعقد ڪيا وڃن.

(viii) بيت بازي، ادبي مضمون ۽ تقريرن جا مقابلا منعقد ڪيا وڃن.

(ix) مٿين سڀني ڪمن جي نگراني ڪرڻ حڪومت سنڌ جو فرض آهي.

(x) سنڌي اديبن کي گهرجي ته هو حڪومت کي سٺيون ۽ مثبت صلاحون ڏيندا رهن.



## سبق ڏهون

# پيارا وطن (نظم)

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| دوست | ساٿي، سنگتي | ڏارا | وهڪرو |
| هاڪارا | مشهور، نالي وارا | واءُ | هوائون، هوا |
| دل وارا | پيارا، مٺڙا، وڻندڙ | هڳاءُ | خوشبوءِ، سرهاڻ |
| جانِ | زندگي، حياتي | مهراڻ | سنڌو ندي، انڊس |
| جياپو | سهارو، پرجهلو، زندگي | وسن | آباد رهن، خوش رهن |
| سنڌم | منهنجو | سونهن | حسن، خوبصورتي |
| جيءُ | ساهه | خوب | گهڻو، وڏيڪ |
| وطن | ملڪ، ديس | جڙيون | ڳنڍيون |
| موچارا | وڻندڙ، سنا | گهوري | قربان ڪري |
| من | ساهه | جيءُ | دل، جان |
| محبوب | دل وارا | امرت | آب حيات |

| سکيو | خوش، آسودو | سرس | گهڻو، وڌيڪ |
| --- | --- | --- | --- |
| مُشڪ | ڪستوري، مشهور خوشبوءِ | موج | مستي، زور |
| سونهارا | خوبصورت. | | |

## ❁ بيتن جي سمجهاڻي ❁

منهنجا وطن پيارا وطن، اکڙين سندا تارا وطن،
اي دوست دل وارا وطن، هر جاءِ هاڪارا وطن.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر سليم ڳاڙهوي چوي ٿو تہ منهنجا پيارا وطن، تون اکين جو تارو آهين، دل وارو آهين، هر هنڌ تنهنجي مشهوري آهي.

تون ئي جياپو جان جو، تو سان سنڌم جيءَ جون جڙيون،
تو سان اڙيو من آ سنڌم، اي سرس سونهارا وطن.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ تون ئي جان جو جياپو آهين، تو سان منهنجي جيءَ جون جڙيون آهن، اي وڌيڪ سونهارا وطن، تو سان منهنجو من اڙجي ويو آهي.

منڑا وطن تنهنجي مٽان، سر ساهہ سڀ گهوري ڇڏيان،
تنهنجو نہ مٽ ڪو ديس ٻيو، محبوب موچارا وطن.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ منڑا وطن تو تان سر ساهہ گهوري ڇڏيان. اي محبوب موچارا وطن! ٻيو ڪو ديس تنهنجو مٽ نہ آهي.



سکيو ستابو شل رهين، ڪوسو لڳي تو کي نہ واءُ،
ماڪي ۽ مصريءَ کان مِنا، اي جان کان پيارا وطن.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ اي وطن! شل سکيو ستابو رهين. توکي ڪوسو واءُ نہ لڳي. تون ماکي ۽ مصريءَ کان بہ مٺو ۽ جان کان پيارو آهين.

تنهنجي مٽيءَ ۾ مشڪ، تنهنجي هوائن ۾ هڳاءُ،
مهراڻ جي هر موج، جڻ امرت سندي ڌارا وطن.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ اي وطن! تنهنجي مٽيءَ ۾ مشڪ ۽ تنهنجي هوائن ۾ خوشبوءِ آهي. مهراڻ جي هر موج جڻ وطن جي امرت ڌارا آهي.

منهنجا وطن شل شهر ۽ سڀ ڳوٺڙا تنهنجا وسن،
رحمت سندا توتي ڪڪر ڪن خوب وسڪارا وطن.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ اي منهنجا وطن شل تنهنجا سڀ شهر ۽ ڳوٺ آباد رهن، تو تي رحمت جا ڪڪر خوب وسڪارا ڪن.

منهنجا محبت جا "سليم" آهن، سوين توتي سلام،
مننار موچارا وطن، او سونهن سڪ وارا وطن.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر "سليم" چوي ٿو تہ اي وطن! منهنجا محبت جا توتي سوين سلام آهن. تون مننار موچارو، سونهن ۽ سڪ وارو آهين.

جو جياپو آهين. شاعر وڏيڪ چوي ٿو تہ اي منڙا وطن! تو
تي پنهنجو سر ساهہ گهوري ڇڏيان. اي وطن! شل سڪيو
ستايو رهين. منهنجا وطن شل تنهنجا سڀ شهر ۽ ڳوٺ
آباد رهن. توتي رحمت جا ڪڪر خوب وسڪارا ڪن. تون
مننار موچارو ۽ سونهن ۽ سڪ وارو آهين.

**(هہ) هن نظم ۾ "تارا" ۽ "هاڪارا" هم قافيہ لفظ آهن، اوهان هن نظم مان ٻيا هم قافيہ لفظ چونڊي لکو.**

**جواب:** وارا _ پيارا _ ڏارا _ وسڪارا _ موچارا

**(و) نظم "پيارا وطن" سُر ۽ لئہ سان ڪورس واري انداز ۾ پڙهي ٻڌايو.**

**جواب:** استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي.

**(ز) هيٺ ڏنل اسمن مان اسم عام ۽ اسم خاص چونڊي ڌار لکو.**

عزت _ وڻ _ ڪتاب _ حيدرآباد _ ناصر _ گهوڙو _ موٽر _ ڪراچي _ شازيہ _ پينسل _ تاج محل _ اسڪول

| اسم عام | اسم خاص |
|---|---|
| عورت | حيدرآباد |
| وڻ | ناصر |
| ڪتاب | ڪراچي |
| گهوڙو | شازيہ |



| موٽر | تاج محل |
|---|---|
| پينسل | |
| اسڪول | |

**(ح) لفظ "ايماندار" ۾ "دار" پڇاڙي آهي.**

**جيئن:** ايمان + دار = ايماندار

اوهان هيٺ ڏنل خانن ۾ "دار" پڇاڙيءَ وارا ڪي بہ پنج لفظ ناهي لکو.

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| (i) | خود | + | دار | = | خود دار |
| (ii) | حيا | + | دار | = | حيا دار |
| (iii) | خبر | + | دار | = | خبر دار |
| (iv) | چوڪي | + | دار | = | چوڪيدار |
| (v) | زر | + | دار | = | زر دار |

”انسان“ ۽ ٻيا رسالا ڪڍيا ۽ ويهارو ڪن ناٽڪ به لکيا.

سنڌس خدمتن جي مڃتا ۾ کيس 2004ع ۾ صدر پاڪستان طرفان پرائيڊ آف پرفارمنس جو ايوارڊ ڏنو ويو.

محمد عثمان ڏيپلائيءَ 7 فيبروري 1981ع تي وفات ڪئي، سندس آخري آرامگاهه ڪنٽونمينٽ قبرستان حيدرآباد ۾ آهي.

## مشق

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

سوال نمبر:1 محمد عثمان ڏيپلائي ڇا جي ڪري مشهور هو؟

جواب: محمد عثمان ڏيپلائي پنهنجي ادبي لکڻين جي ڪري مشهور هو.

سوال نمبر:2 محمد عثمان ڏيپلائي کي ڪهڙو ايوارڊ مليو؟

جواب: محمد عثمان ڏيپلائي کي صدر پاڪستان طرفان پرائيڊ آف پرفارمنس جو ايوارڊ مليو.

سوال نمبر:3 محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي مشهور ڪتابن جا نالا ٻڌايو؟

جواب: نور توحيد، سانگهڙ سندن مشهور ڪتاب آهن. سندن ديني ڪتابن ۾ ”قرآن شريف“ جو آسان سنڌي



ترجمو به شامل آهي.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولي لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

شوق ـ نامور ـ رسم ـ ترقي ـ شمار

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| لفظ | جملا |
|---|---|
| شوق | محمد عثمان ڏيپلائي کي ننڍي هوندي کان لکڻ جو شوق هو. |
| نامور | محمد عثمان ڏيپلائي نامور اديبن ۾ شمار ٿئي ٿو. |
| رسم | هو غلط رسمن جو سخت مخالف هو. |
| ترقي | اسان جو ملڪ ترقي ڪري رهيو آهي. |
| شمار | محمد عثمان ڏيپلائي جو نامور صحافين ۾ به شمار ٿئي ٿو. |

(ج) اخبار ۾ ايڊيٽر ڏانهن لکيل خط پڙهو ۽ ان بابت ڪلاس ۾ ٻڌايو.

جواب: استاد صاحب ڪلاس ۾ ٻارن کي ڪا به اخبار ڏيکاري ۽ ان ۾ ”ايڊيٽر ڏانهن خط“ جي عنوان سان ڇپيل خطن مان ڪو هڪڙو خط پڙهي ۽ ان بابت ٻارن کي وڌيڪ معلومات ڏئي.

(د) پنهنجي علائقي جي ڪنهن علمي، ادبي شخصيت بابت مختصر نوٽ لکو:

جواب:

## محمد موسيٰ ڀٽو صاحب

محمد موسيٰ ڀٽو صاحب اسان جي علائقي لطيف آباد نمبر 4 حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي. ڀٽو صاحب ملڪي ليول جي علمي ۽ ادبي شخصيت آهي. محمد موسيٰ ڀٽو صاحب سياسي، سماجي، اخلاقيات، روحانيت ۽ ذاتي اصلاح تي سوين ڪتاب لکيا آهن. پاڻ "سنڌ نيشنل اڪيڊمي ٽرسٽ" جا سرپرست آهن. ٽرسٽ جي طرفان ٽيهن سالن کان شايع ٿيندڙ رسالي بيداري جا ايڊيٽر بہ آهن. ان کان علاوه پنهنجي علائقي جي مسئلن کي حڪام بالا جي ذريعي حل ڪرائڻ ۾ وڏي ڪوشش ونــي رهيا آهن. علائقي جو ٻچو ٻچو سندن ايمانداري ۽ سچائي جو قائل آهي ۽ هڪ هڪ فرد ساڻس وڏي عزت ۽ احترام سان پيش ايندو آهي. ان کان علاوه ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ کان ڪيترائي ماڻهو سندس علمي خدمتن جي ڪري ڪائنن فيض حاصل ڪرڻ لاءِ حاضري ڀريندا آهن.

(هـ) هيٺ ڏنل جملن ۾ خالي جايون ڀريو:

❖ محمد عثمان ڏيپلائي جو جنم 13 جون .............. ع ۾ ٿيو.



جواب: 1908ع

❖ ڏيپلو شهر .............. ضلعي ۾ آهي.

جواب: ٿرپارڪر

❖ محمد عثمان ڏيپلائي ابتدائي تعليم .............. اسڪول مان حاصل ڪئي.

جواب: ڏيپلي جي پرائمري

❖ محمد عثمان ڏيپلائي کي صدارتي ايوارڊ .............. سن ۾ مليو.

جواب: 2004ع

❖ محمد عثمان ڏيپلائي جي وفات .............. سن ۾ ٿي.

جواب: 1981ع

# سبق ٻارهون

## موهن جو دڙو

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ماڙي | وادي | قديم | آڳاٽي |
| آثار | اهڃاڻ | اٽڪل | تقريباً |
| ماهر | ڄاڻو | سڌريل | ترقي يافته |
| رهڻي ڪهڻي | اٿڻي ويهڻي | سُکيا ستابا | خوش |
| هوادار | هوا واريون | ڪشادا | ويڪرا |
| نيڪال | نڪرڻ | چاڙهيون | ڏاڪڻيون |
| پوڄارين | پوڄا ڪندڙ | اڪريل | گهڙيل |
| ورنڪ | ڪٽڻ | عمدا | اعلي |
| اٽڻ | ڪپڙو اُڻڻ واري مشين | ڪٽڻ | ناهڻ |
| مورت | مجسمو | سياح | گهمندڙ |
| ٿَلُ | ڍَلُ | مشهور | هاڪارا |
| جوڳو | مناسب | جوکو | نقصان |
| ماڳ | هنڌ، جڳهه | | |



### ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

موهن جو دڙو لاڙڪاڻي ضلعي ۾ موهن جي دڙي ريلوي اسٽيشن کان ٽيرهن ڪلوميٽر پري آهي.

انگريزن جي حڪومت ۾ سر جان مارشل نالي هڪ انگريز قديم آثارن جي ماهر هن دڙي جي کوٽائي ڪرائي. جنهن مان معلوم ٿيو ته سنڌو ماٿري، جو هي علائقو آڳاٽي زماني ۾ ڏاڍو سڌريل هو. ان وقت جا ماڻهو هوشيار ۽ هنر وارا هوندا هئا. سندن رهڻي ڪهڻي شاندار نموني جي هوندي هئي ۽ هو ڏاڍا سُکيا ستابا هئا.

کوٽائي، مان اهو پڻ ڏسڻ ۾ آيو ته هن شهر جون سڀ جايون هوادار ۽ پڪين سرن جون ٺهيل هيون. رستن جي پاسن کان گندي پاڻي، جي نيڪال جون نالين پڻ هيون ۽ گهرن ۾ پڪا کوهه ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اتي هڪ وڏو تلاءُ موجود آهي. جو 12 ميٽر ڊگهو 8 ميٽر ويڪرو ۽ اوائي ميٽر اونهو آهي. شهر جي بازار جا آثار به چٽا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ننهي پاسي دڪانن جا نشان به پڌرا آهن.

هن دڙي کي کوٽيندي هڪ مندر ظاهر ٿيو. جنهن جي چوڌاري ننڍيون ننڍيون کوٺيون ٺهيل آهن. جن مان اينئن ٿو معلوم ٿئي ته اهي مندر جي پوڄارين لاءِ ٺهرايون ويون هيون. گهرن کي کوٽيندي سون ۽ چانديءَ جا زيور، ٽامي ۽ ٽڪر جا ٿانوَ ٽوڙي رانديڪا به هٿ آيا آهن. وڻ ٽڪ

جا اوزار پڻ لڌا ويا آهن. جيڪي پٿر جا ٺهيل آهن. عمدا عمدا ائٽ پڻ ڏسڻ ۾ آيا آهن. دڙي مان ڪيترن جانورن جون شڪليون پڻ مليون آهن.

موهن جو دڙو هن وقت سڄي دنيا ۾ مشهور آهي ٻاهرين ملڪن جا ماڻهو هتي ايندا آهن. سرڪار هتي هڪ عجائب گهر ٺهرائي اُن ۾ هتي جون لڌل شيون رکائي ڇڏيون آهن. هتي قديم آثارن واري کاتي جي آفيس ۽ سياحن لاءِ مسافر خانو موجود آهن.

هن وقت بدقسمتيءَ سان سم ۽ ڪلر اچي منهن ڪڍيو آهي ۽ آثارن کي وڏو جوکو رسي رهيو آهي. ماڻهن جي لاپرواهي سبب هن تهذيب کي نقصان پهچي رهيو آهي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 موهن جو دڙو ڪٿي آهي؟**

جواب: موهن جو دڙو لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آهي.

**سوال نمبر:2 موهن جي دڙي جي کوٽائي ڪڏهن ۽ ڪهڙي ماهر شروع ڪرائي؟**

جواب: موهن جي دڙي جي کوٽائي 1922ع ۾ انگريزن جي حڪومت ۾ سر جان مارشل نالي هڪ انگريز قديم آثارن جي ماهر شروع ڪرائي.



**سوال نمبر:3 موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان ڪهڙي ڄاڻ ملي؟**

جواب: موهن جي دڙي جي کوٽائي مان ڄاڻ ملي ته هي علائقو آڳاٽي زماني ۾ ڏاڍو سڌريل هو. ان وقت جا ماڻهو هوشيار ۽ هنرمند هئا. سندن رهڻي ڪهڻي شاندار نموني جي هئي.

**سوال نمبر:4 موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ مان ڪهڙيون شيون مليون آهن؟**

جواب: موهن جي دڙي جي کوٽائي مان سڪا، سون ۽ چانديءَ جا زيور، ٽامي ۽ ڪنڊر جا ٿانوَ ٽوڙي رانديڪا، وڏ ٽڪ جا اوزار هٿ آيا آهن.

**سوال نمبر: 5 موهن جي دڙي ۽ ٻين قديم ماڳن جي حفاظت ڪرڻ ڇو ضروري آهي؟**

جواب: موهن جي دڙي ۽ ٻين قديم ماڳن جي حفاظت ڪرڻ ان لاءِ ضروري آهي جو يونيسڪو پاران موهن جي دڙي جي آثارن کي دنيا جو عظيم ورثو قرار ڏنو ويو آهي

**سوال نمبر: 6 ڪنهن به قديم ماڳ يا آثار گهمڻ دوران اسان کي ڪهڙين ڳالهين جو ڌيان رکڻ گهرجي؟**

جواب: ڪنهن به قديم ماڳ يا آثار گهمڻ دوران اسان کي ان ڳالهه جو خيال رکڻ گهرجي ته جيئن ڪنهن به

شيءِ کي ڪو به نقصان نه پهچي ۽ ان ڳالهه جو به خيال رکڻ گهرجي ته موهن جي دڙي جي پوري علائقي کي سم، ڪلر، طوفاني برساتن ۽ دريا جي چاڙهه کان بچائڻ گهرجي.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جا ساڳيءَ معنيٰ وارا لفظ لکو:

| لفظ | ساڳي معنيٰ وارا لفظ |
|---|---|
| حيرت | عجب |
| قديم | آڳاٽا |
| شامل | مليل، شريڪ |
| چاهه | خواهش، آرزو |
| ڪشادو | ويڪرو |

(ج) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪتب آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| آثار | اهڃاڻ | موهن جو دڙو جا آثار تمام قديم آهن. |
| سياح | گهمندڙ | هتي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ کان سياح ايندا آهن. |
| ماٿري | وادي | هي ماٿري گذريل زماني ۾ ڏاڍو سٽريل هئي. |
| ماڳ | هنڌ | سنڌ جي قديم ماڳ جي حفاظت ڪرڻ گهرجي. |



| أڪريل | گهڙيل | موهن جو دڙو مان لڌل سڪن تي جانورن جون تصويرون اڪريل آهن. |
|---|---|---|

(د) موهن جي دڙي مان لڌل شين بابت حاصل ڪيل ڄاڻ لکي اچو ۽ ٻڌايو ته اسين موهن جي دڙي تي ڇو فخر ڪندا آهيون؟

جواب: موئن جو دڙو آڳاٽي زماني جو هڪ شهر آهي. هن شهر مان لڌل شين مان خبر پوي ٿي ته هتي جا ماڻهو ڏاڍا سکيا ستابا هئا. سون ۽ چانديءَ جا زيور استعمال ڪندا هئا. موئن جي دڙي مان ڪيترائي ائٽ هٽ آيا آهن. جنهن جو مطلب آهي ته هتان جا ماڻهو ڪپڙو اڻڻ جا به ڪاريگر هئا. انهي ڪري اسان موهن جي دڙي تي فخر ڪندا آهيون.

(هه) هيٺ ڏنل بي ترتيب جملن کي درست ترتيب ڏئي لکو:

بي ترتيب جملو: هن وقت بدقسمتي اچي سم ڪلر آهي سان ڪيو منهن.

جواب: ترتيب وارو جملو: بدقسمتي سان هن وقت سم ۽ ڪلر اچي منهن ڪيو آهي.

بي ترتيب جملو: هن وقت سڄي دنيا موهن جو دڙو ۾ آهي مشهور.

جواب: ترتيب وارو جملو: هن وقت موهن جو دڙو سڄي دنيا ۾ مشهور آهي.

(و) ڪم ڪرڻ کي فعل ۽ ڪم ڪندڙ کي فاعل چئبو آهي.

- اڪبر خط لکيو.
- واڍو ڪرسي ٺاهي ٿو.

مٿين جملن ۾ ليڪ ڏنل لفظ فاعل آهن. اوهان اهڙا پنج جملا لکو ۽ فاعل هيٺان ليڪ ڏيو.

جواب:

(i) سليم ڪتاب پڙهيو.

(ii) اسلم کير پيتو.

(iii) ڪتو گوشت کائي ٿو.

(iv) ٻار سبق پڙهن ٿا

(v) ٻلي جيت کائي ٿي.

(ي) تصوير ڏسو.

معصوم شاهه جو منارو



## سبق تيرهون

# نظارا وطن جا

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| سرسبز | ساوڪ واريون، آباد | کيت | پنيون، فصل، پوکون |
| نظارا | ڏيک | وطن | ديس، ملڪ، ڏيهه |
| سگهارا | تندرست، صحتمند | موچارا | چڱا، وڻندڙ |
| پورهيت | پورهيو ڪرڻ وارو | سانگي | پرديسي، مسافر |
| ڏاند | ڏڳا | پيارا | سهڻا، خوبصورت |
| ماڻ | شان، عزت، مرتبو | سهارو | آسرو، پرجهلو |
| سدا | هميشه، سدائين، نت | ڪمي | مزور، پورهيت |
| سويرو | جلدي، سوير | ڪاسبي | هاري، ڪڙمي |
| سڌارو | ترقي، واڌارو، اصلاح | ڀاڳ | نصيب |

## بيتن جي سمجهاڻي

هي سر سبز هنيون ۽ پيارا وطن جا،
هي سر سبز ٻنيون ۽ پيارا وطن جا،
وڻن واهه جو ٿا، نظارا وطن جا

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر احمد خان آصف چوي
ٿو ته وطن جون ٻنيون پيارا ۽ نظارا دل کي ڏاڍا وڻن ٿا

اچو کيت کيڙيون، اچو سون ميڙيون،
ڀلا ڏاند آهن، پيارا وطن جا

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته ٻنيون کيڙي
سون گڏ ڪريون، وطن جا ڍڳا ڏاڍا پيارا آهن.

ڪمند، ڪڻڪ، ساريون، ڪپهه، انب، ڪيلا،
سنا فصل ميوا موچارا وطن جا

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته ڪمند،
ڪڻڪ، ساريون، ڪپهه، انب، ڪيلا وطن جا سڀ فصل ۽ ميوا
سٺا آهن.

هي مزدور هاري، ڪمي ڪاسبي سڀ،
جين شال سانگي، سگهارا وطن جا

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته مزدور، هاري،
ڪمي، ڪاسبي وطن جا سانگي شل سدائين آباد رهن.

هي واڍا، هي رازا، هي ڪوري، هي موچي،
هي لوهار پورهيت پيارا وطن جا.



**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته واڍا، رازا،
ڪوري، موچي، لوهار سڀ پياري وطن جا پورهيت آهن

اسان جو سهارو وطن ئي ته آهي،
اسين پاڻ آهيون، سهارا وطن جا

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو اسين وطن جا
سهارا آهيون ۽ وطن وري اسان جو سهارو آهي

صبح جو سويرو، پڙهڻ لئه وڃون ٿا،
اسين ٻارڙا چند، تارا وطن جا

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اسين ٻارڙا
وطن جا چنڊ تارا آهيون. صبح جو سوير علم حاصل ڪرڻ لاءِ
وڃون ٿا.

وڏي مان وارو، وڏي شان وارو،
سدا پاڪ آهن، پيارا وطن جا

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اسان جو
وطن وڏي مان ۽ شان وارو آهي. ان جا پاڪ پيارا آهن.

ملي پاڻ ۾ سڀ، ٺنڊيا تورڙي وڏڙا،
ڪنداسين اي آصف سڌارا وطن جا.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته سڀ ننڍا ۽
وڏا گڏجي وطن جي سڌاري لاءِ ڪوشش ڪنداسين

## مشق

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 هن نظم ۾ شاعر وطن جا ڪهڙا نظارا بيان ڪيا آهن؟**

جواب: هن نظم ۾ شاعر احمد خان ”آصف“ سرسبز پنيون ۽ پارا نظارن طور بيان ڪيا آهن جيڪي تمام گهڻو وڻن ٿا.

**سوال نمبر:2 نظم ۾ شاعر ڪهڙن ميون ۽ فصلن جو ذڪر ڪيو آهي؟**

جواب: هن نظم ۾ شاعر ڪمند، ساريون، ڪپهه، انب ۽ ڪيلن جو فصل ۽ ميون طور ذڪر ڪيو آهي.

**سوال نمبر:3 هن نظم ۾ ڪهڙن ڪهڙن هنر مندن جو ذڪر ٿيل آهي؟**

جواب: هن نظم ۾ مزدور، هاري، واڍي، رازي، ڪوري، موچي ۽ لوهار جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

**سوال نمبر:4 هن نظم مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ وڻي ٿو ۽ ڇو؟**

جواب: هن نظم مان اسان کي هي بند وڌيڪ وڻي ٿو:

ملـي پـاڻ ۾ سـڀ، ننـڍا تـوڙي وڏڙا،



ڪنداسـين اي ”آصـف“ سـدارا وطـن جـا

مٿيون بند اسان کي ان ڪري وڻي ٿو، جو ان ۾ ننڍا وڏا سڀ اهو عزم ٿا ڪن تہ هو سڀ ملي هڪ ٿي پنهنجي وطن جي سداري لاءِ ڪم ڪندا.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| لفظ | معنيٰ | جملن ۾ لفظ جو استعمال |
|---|---|---|
| سرسبز | ساوڪ واريون | اسان جي سنڌ هڪ سرسبز ماٿري آهي. |
| پاڳ | نصيب | الله تعاليٰ توهان جو سٺو پاڳ ڪري. |
| سهارا | آسرا | اسان وطن جا سهارا آهيون |
| ڪمي | مزدور | اسان جي ملڪ جي ڪمي ڪاسبي شال سگهارا رهن |
| موچارا | وڻندڙ، چڱا | منير جي زمين جا فصل موچارا لڳا آهن. |

**(ج) هن نظم جو مرڪزي خيال پنهنجي لفظن ۾ بيان ڪريو.**

جواب: هن نظم جو مرڪزي خيال وطن جا نظارا ۽ وطن جي رهندڙن کي ذهن ۾ رکندي وطن جو سدارو آڻڻ لاءِ وچن ۽ ارادو ڪرڻ آهي.

(د) لفظ ٺاهيو:

جيئن: ٻار = ٻارڙا

جواب: ننڍا = ننڍڙا

وڏا = وڏڙا

سنا = سنڙا

منا = منڙا

(هـ) هم آوازن کي قافيو سڏبو آهي، جيئن "نظارا"، "موچارا" هن نظم مان بيا اهڙا هم آواز ڳولي لکو.

جواب: ٻارا، موچارا، سگهارا، پيارا، سهارا، تارا، پلارا، ستارا

(و) نظم جا بند مڪمل ڪريو:

• اچو ڪيت ______ اچو سونُ ميڙيون.

جواب: ڪيڙيون

• پلا ______ آهن پيارا وطن جا

جواب: ڏاند

• صبح جو سويرو ______ لڏ وجون ٿا.

جواب: پڙهڻ

• اسين ______ چند تارا وطن جا

جواب: ٻارڙا



(ز) هيٺ ڏنل لفظن جا جمع ۽ واحد لکو.

| جمع | واحد | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| پنيون | پني | سهارو | سهارا |
| رازا | رازو | ميو | ميوا |
| پلا | پلو | موچارو | موچارا |
| واڍا | واڍو | سڌارو | سڌارا |

(ح) اهڙا لفظ جيڪي ٻن لفظن، جملي جي ٻن ڀاڱن يا ٻن جملن کي ڳنڍين يا ڌار ڪن اهڙن لفظن کي حرف جملو چئبو آهي.

جيئن: ۽، يا، پر، تہ، ڇاڪاڻ، وغيره. توهين انهن لفظن کي پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻيو:

(i) اسلم ۽ سليم ڀائر آهن.

(ii) اڄ اسين سنڌي يا سائنس پڙهنداسين.

(iii) توهان صحيح پيا چئو پر آئون ڪونہ هلندس.

(iv) تون سمجهين ٿو تہ آءٌ توکي ڇڏي ڏيندس.

(v) تون تہ ايئن ٿو ڳالهائين ڇاڪاڻ منهنجو دوست هجين.

(ط) هي نظم زباني ياد ڪري ڪورس جي انداز ۾ ڳائي ٻڌايو.

جواب: استاد صاحب پنهنجي نگراني ۾ هي مشق مڪمل ڪرائي.

## سبق چوڏهون

# سلڇڻو شاگرد

### نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| سلڇڻو | چڱين عادتن وارو | ايذاء | تڪليف |
| اڳرو | اڳتي | ناراض | ناخوش، رنڄ |
| ڀرو | حصو | پڇتايو | شرمسار ٿيو |
| واکاڻ | تعريف | حرڪت | شرارت، چال |
| ٻاجهه | رحم | گهڙو | دلو |
| ساراهه | تعريف | لڇڻ | عادت، خصلت |
| ڪٽندو | حاصل ڪندو | ڪارائتا | سجايا، ڪم ايندڙ |
| پائيندا | پيار ڪندا | پوشاڪ | ڪپڙا |

### سبق جو حاصل مطلب

هڪڙي ڳوٺ ۾ اڪبر نالي هڪڙو ڇوڪرو رهندو هو. ڳوٺ جو هڪ هڪ ماڻهو ان جي تعريف ڪندو هو. اڪبر سوير سمهندو ۽ سوير اٿندو هو. اٿڻ سان ئي الله سائين جو نالو وٺندو هو. ماءُ پيءُ جو وڏو فرمانبردار هو. ماءُ پيءُ کيس دعائون ڏيندا هئا. اهڙي طرح هو پنهنجي



پيرن، پاڙن ۽ محلي وارن جي وڏي عزت ڪندو هو. تنهن ڪري پورو پاڙو اڪبر کي پائيندو هو. هو اسڪول به سوير ويندو هو. اسڪول جي ڊريس ڌوتل ۽ صاف هوندي هئس. استاد به اڪبر کي ڏاڍو پائيندا هئا. اسڪول ۾ راندين ۾ حصو وٺڻ ڪري اڪبر جي صحت به سٺي رهندي هئي ۽ کيس راندين جا ڪيترائي مقابلا کٽڻ تي انعام به ملي چڪا هئا.

هڪ ڀيري، اڪبر اسڪول وڃي رهيو هو، ته هڪڙي ٻار جو ڪنهن سائيڪل واري سان ٽڪر ٿي پيو، جنهن ڪري ٻار کي ٽنگ ۾ ڪجهه ڌڪ لڳا. هن ٻوڙي وڃي ٻار جي مدد ڪئي ۽ ويجهي اسپتال مان سنڌس علم پٽي ڪرائي گهر پهچائي ويو.

ٻئي ڏينهن استاد ڪائنس اسڪول نه اچڻ جو سبب پڇيو. اڪبر استاد کي اڳئين ڏينهن وارو واقعو بيان ڪري ٻڌايو. استاد اهو ٻڌي، اڪبر جي رحمدليءَ جي واکاڻ ڪئي، ۽ ٻين شاگردن جي اڳيان هن کي هڪ ڪتاب انعام ۾ ڏنائين.

اڪبر کي جانورن تي به ڏاڍي ٻاجهه ايندي هئي. هڪڙي ڀيري پاڙي جي ڪنهن ٻار ڪُتي جي هڪ گُلر کي مارڪُٽ پئي ڪئي. ته اڪبر جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا. هُن انهيءَ ٻار کي سمجهائيندي، چيو ته ادا، جانورن کي به اسان جهڙو ساهه آهي ۽ انهن کي به ڌڪ لڳڻ سان ايذاءُ

ڏکوئڻ سان خدا ناراض ... اچي ٿو، تنهن ڪري انهن کي ڏکوئڻ سان خدا ناراض ٿيندو. چوڪر پنهنجي ڪئي تي ڏاڍو پڇتايو ۽ اڪبر سا... وعدو ڪيو ته "ادا، آءٌ اڳتي اهڙي حرڪت نه ڪندس."

اڪبر پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪڙي "ٻارڙن جي ٻاري... ناهي هئي، جنهن جو اڳواڻ پاڻ هو، جنهن ۾ سيئي ٻارڙ... گڏجي مختلف نظم ۽ اڪاڻيون پڙهندا هُئا. ان ۾ پروليون... ٽوٽڪا ۽ ڳجهارتون پڻ ٻُڌائيندا هئا. ٻارڙن جي ٻاري... ٻاران بيت بازيءَ جا مقابلا ۽ ننڍا ننڍا ڊراما به ڪرائيندا... هُئا.

سيائن سچ چيو آهي ته ٿڌو گهڙو پاڻ کي چانوَ ۾... رڪائيندو آهي. سٺن لڇڻن واري شاگرد کي سندس مائٽ... محلي وارا ۽ استاد مانُ ڏيندا آهن.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

سوال نمبر:1 اڪبر جي ساراهه سچو ڳوٺ جو... ڪندو هو؟

جواب: اڪبر جي ساراهه سچو ڳوٺ ان ڪري ڪندو... هو ته اڪبر سيني ننڍن ۽ وڏن جي وڏي عزت ڪندو هو.

سوال نمبر:2 اڪبر کي سڀ استاد ڇو پيائيندا هئا؟

جواب: اڪبر کي سڀ استاد ان ڪري پيائيندا هئا جو...



هو استادن جو چيو مڃيندو هو، اسڪول جو ڪم وقت تي مڪمل ڪندو هو ۽ اسڪول جي راندين ۾ حصو وٺندو هو ۽ انعام به کٽيندو هو.

سوال نمبر:3 سٺن لڇڻن واري ٻار کي هر ڪو ماڻهو ڇو مان ڏيندو آهي؟

جواب: سٺن لڇڻن واري ٻار کي هر ڪو ماڻهو ان ڪري مان ڏيندو آهي ته هو معاشري جو همدرد، هڏ ڏوکي ۽ سيني جي ڪم ايندو آهي.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

سلڇڻو _ اڳرو _ ٻهرو _ واڪاڻ _ کهل

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| لفظ | جملا |
|---|---|
| سلڇڻو | اڪبر هڪ سلڇڻو ڇوڪرو آهي. |
| اڳرو | منير اسڪول ۾ ٿيندڙ پروگرامن ۾ اڳرو رهندو آهي. |
| ٻهرو | زبير راندين ۾ ٻهرو وٺندو آهي. |
| واڪاڻ | زبير ۽ منير جي هرڪو واڪاڻ ڪندو آهي. |
| کهل | اسان کي جانورن ۽ پکين تي کهل ڪرڻ گهرجي |

(ج) "ٽلو گهوڙو پاڻ کي چانو ۾ رکائيندو آه... هڪ ڀهاڪو آهي. اوهين ڪي به ٻه ڀهاڪا لکي ٻڌايو

جواب: (i) هڪ وٽي نه ٻيو وچ مان ڪٽي

(ii) گهٽي مردين هر نه هلي، گهٽي عورتين گ... نه هلي.

(د) هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪهڙا ڪهڙا ڪردار آهن؟ ... جا نالو ٻڌايو

جواب: هن ڪهاڻي ۾ ٻه ڪردار آهن:

(i) اڪبر

(ii) استاد

(هه) ڪهاڻي ۾ جن منظرن جو ذڪر ٿيل آهي. ... بابت ٻڌايو.

جواب: ڪهاڻي ۾ ٻن منظرن جو ذڪر ٿيل آهي:

(i) هڪ ڀيري، اڪبر اسڪول وڃي رهيو هو، ... هڪڙي ٻار جو ڪنهن سائيڪل واري سان ٽڪر ٿي پيو ... جنهن ڪري ٻار کي ٽنگ ۾ ڪجهه ڌڪ لڳا. هن ٻوڙ... وڃي ٻار جي مدد ڪئي ۽ ويجهي اسپتال مان سنڌس ملم ... پٽي ڪرائي گهر پهچائي ويو.

ٻئي ڏينهن استاد ڪانئس اسڪول ۾ نه اچڻ جو ... سبب پڇيو. اڪبر استاد کي اڳين ڏينهن وارو واقعو بيان ... ڪري ٻڌايو. استاد اهو ٻڌي، اڪبر جي رحمدليءَ جي واکاڻ...



ڪئي، ۽ ٻين شاگردن جي اڳيان هن کي هڪ ڪتاب انعام ۾ ڏنائين.

(ii) اڪبر کي جانورن تي به ڏاڍي ڪهل ايندي هئي. هڪڙي ڀيري پاڙي جي ڪنهن ٻار ڪتي جي هڪ ڳلر کي مارڪٽ پئي ڪئي. نه اڪبر جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا. هن انهيءَ ٻار کي سمجهائيندي چيو ته ادا، جانورن کي به اسان جهڙو ساهه آهي ۽ انهن کي به ڌڪ لڳڻ سان ايذاءُ اچي ٿو. تنهن ڪري انهن کي ڏکوئڻ سان خدا ناراض ٿيندو. ڇوڪر پنهنجي ڪئي تي ڏاڍو پڇتايو ۽ اڪبر سان وعدو ڪيو ته "ادا، آءٌ اڳتي اهڙي حرڪت نه ڪندس."

(و) ڪهاڻي ۾ ڪنهن جي مدد ڪئي وئي آهي؟ ٻڌايو ته اوهان ٻين جي مدد ڪهڙيءَ ريت ڪندا آهيو؟

جواب: ڪهاڻي ۾ هڪڙي اهڙي ٻار جي مدد ڪئي وئي آهي جنهن جو رستي ۾ ويندڙ سائيڪل سوار سان ٽڪر ٿي پيو جنهن ڪري ٻار جي ٽنگ ۾ ڪجهه ڌڪ لڳا اڪبر ڊوڙي وڃي ان زخمي ٿيل ٻار جي مدد ڪئي ۽ ويجهي اسپتال مان ملم پٽي ڪرائي گهر پهچائي ڇڏيو.

اسان ڪن غريب ماڻهن جي مالي لحاظ سان مدد ڪندا آهيون، ڪن ماڻهن کي ماني کارائيندا آهيون ۽ ڪن غريبن کي ڪپڙا وٺي ويندا آهن. ان کان علاوه اسان ٻين

طريقن سان ٻه خلق خدا جي مدد ڪندا آهيون.

(ز) هيٺ ڏنل تصوير ڏسي ڪي ٻه ست جملا لکو:

جواب: هن مشق ۾ استاد صاحب ٻارن کي تصوير ڏسي، ان بابت جملا لکرائڻ ۾ رهنمائي ڪري.



## سبق پندرهون

# عمر مارئي

## نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| حاڪم | حڪمران | پرڳڻي | علائقي |
| پت | عزت | حسن | خوبصورتي |
| هاڪ | تعريف | سٽ سٽڻ | سازش ڪرڻ |
| ويس | ڪپڙا | لڄ | عزت |
| لوئي | پوتي | سهاري | آسري |
| گوليون | غلام | موڪِل | اماڻ |
| مَن | دل | اوپرا | اڻ سڃاتو |
| رواج | دستور | ليڙون | ڦاٽل |
| ساهيڙي | سهيلي | حب الوطني | وطن جي محبت |
| سگ | رشتو | مارو | مالوند، ڌنار |

## سبق جو حاصل مطلب

عمر سومري جي دؤر حڪومت ۾ پالوا ڳوٺ ۾ پالڻي نالي هڪ مارو رهندو هو. ان کي صرف هڪ ڌي ڏيءُ جو اولاد هو، ن جو نالو مارئي رکيائين. ڌيءُ ڏاڍي خوبصورت هيس، ان جي حسن جي هاڪ هرهنڌ مشهور

ٿي وئي.

پاڻي جي زمين ڦوڳ نالي هڪ ماڻهو سنڀال[...]
هو. جنهن جي دل ۾ خيال ٿيو ته ڇو نه پاڻيءَ کان ما[...]
جو رشتو گهران، سو هن ڪيس دل جي ڳالهه ٻڌائي ت[...]
ٿي پاڻيءَ چيس ته آءٌ هن جو سڱ سندس سئوٽ سان [...]
ڪري چڪو آهيان. ان تي ڦوڳ کي ڪاوڙ لڳي.

ڦوڳ هڪ سازش تحت عمر ڪوٽ وڃي ع[...]
سومري کي مارئي جي حسن جي ڳالهه ٻڌائي، عمر سو[...]
مارئي جي حسن جي ڳالهه ٻڌي، ان کي اغوا ڪرڻ [...]
رستي ۾ ڦوڳ ٻڌائيندو آيس، پالوا ڳوٺ جون عورتو[...]
جنهن کوهه تان پاڻي ڀريندي يون هيون، اهي اتي اچي پهت[...]
عمر سومري پنهنجي اٺ کي ويهاري، مارئيءَ کان پ[...]
پيئڻ لاءِ گهريو. مارئي ثواب سمجهي ڪيس پاڻي پيئڻ[...]
ڏنو، عمر پاڻي وٺي ڪيس زبردستي اٺ تي ويهاري ع[...]
ڪوٽ ڪٺي اچي ڪوٽ ۾ بند ڪيائين."

رات جو عمر مارئي وٽ ويو ته ڇا ڏسي ته ما[...]
روئي الله تعاليٰ کي ٻاڏائي رهي آهي ۽ الله تعاليٰ کان [...]
گهري رهي هئي ته اي الله سائين! منهنجي پت رک[...]
منهنجي عزت جي حفاظت ڪجانءِ. آءٌ تنهنجي سهاري [...]
سام آهيان. عمر کيس چيو ته تنهنجي روئڻ مان ڪو ف[...]
نه ٿيندو، تون هت مون وٽ رهه تنهنجي خدمت[...]
منهنجون ٻيون رائيون به حاضر آهن ۽ مان به تنه[...]



سڄي چمار پاڻهو ٿي رهندس. اهڙي طرح هڪ سال ٿائين
عمر، مارئيءَ کي لالچون ڏيندو رهيو ليڪن مارئي هر
وقت اهو ئي چوندي رهيس ته "آءٌ عمر ڪوٽ جي راڻي
ٿيڻ کان ملير جي گولي ٿيڻ کي وڌيڪ ٿي پائيان."

آخر ۾ مارئي عمر کي تمام گهڻا ايلاز ڪيا. پر
عمر تي ڪو به اثر نه ٿيو. نيٺ هن کي گهرائي چيائين ته
جيڪڏهن مان جيئري مارن سان نه ملي سگهان ته هتي
مري وڃڻ جي صورت ۾ منهنجو مڙهه ملير موڪلجانءِ.
ان ڳالهه جو عمر تي اهڙو اثر ٿيو، جو مارئيءَ کي آزاد
ڪري پنهنجي ملڪ ملير ڏانهن روانو ڪيائين.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 عمر بادشاهه ڪٿي جو حاڪم هو؟**

جواب: عمر بادشاهه سنڌ جو حاڪم هو.

**سوال نمبر:2 مارئيءَ جي پيءُ ۽ ماءُ جا نالا ڇا هئا؟**

جواب: مارئيءَ جي پيءُ جو نالو پالڻو ۽ ماءُ جو نالو ماڏوئي هو.

**سوال نمبر:3 مارئيءَ کي عمر سومري ڪٿي آڻي قيد ڪيو هو؟**

جواب: مارئيءَ کي عمر سومري اچي پنهنجي

ڪوٽ ۾ قيد ڪيو

سوال نمبر: 4 مارئيءَ جو سڳ ڪنهن سان ٿيل

هو؟

جواب: مارئي جو سڳ کيت سان ٿيل هو.

سوال نمبر: 5 هن ڪهاڻيءَ مان اسان کي ڪهڙ

نصيحت ملي ٿي؟

جواب: هن ڪهاڻي مان اسان کي هي نصيحت ملي

ٿي ته وطن سان محبت جو جذبو ڪنهن به طرح ختم ن

ڪري سگهجي، چاهي دنيا جون هر طرح جون سهولتو

ميسر هجن، پر وطن جي محبت ايمان جو جز آهي، تنه

ڪري اهو ايمان ختم نٿو ڪري سگهجي.

سوال نمبر: 6 شاهه عبداللطيف ڀٽائي ر

پنهنجي بيت ۾ مارئيءَ جو وطن سان محبت جو اظه

ڪهڙي ريت ڪيو آهي؟

جواب: شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ پنهنجي بيت

مارئيءَ جي وطن سان محبت جو اظهار هن ريت ڪ

آهي:

واجهائي وطن ڪي، آءٌ جي هت مُياس،

ته گور منهنجي سومرا، ڪج پنهوارن پاس،

ڏج ڏاڏاڻي ڏيهه جي، منجهان ولڙين واس،

ميائي جياس، جي وڃي مڙهه ملير ڏي.



(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اهي جملن

۾ ڪم آڻيو:

پرور ـ پٽ ـ مارو ـ هاڪ ـ اوپرا ـ حب الوطني

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معني واري چارٽ ۾

ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| پرور | بادشاهن کي غريب پرور هئڻ کپي |
| پٽ | ڪوڙ ڳالهائيندڙ ٽي پٽ ٿي رهي |
| مارو | هر ڪنهن کي پنهنجي مارن سان محبت هوندي آهي. |
| هاڪ | هر هنڌ مارئي جي سونهن جي هاڪ هئي |
| اوپرا | ڪڏهن ڪڏهن اوپرا ماڻهو به مدد ڪندا آهن. |
| حب الوطني | هر انسان ۾ حب الوطني هئڻ گهرجي |

(ج) هن ڪهاڻي ۾ ڪهڙا ڪهڙا ڪردار آهن؟

اوهان کي انهن ڪردارن مان ڪهڙو ڪردار پسند آيو ۽

ڇو؟

جواب: هن ڪهاڻي ۾ هيٺيان ڪردار آهن:

(i) عمر سومرو

(ii) مارئي

(iii) پالڻي (مارئي جو پيءُ)

(iv) ڦوڳ (پالڻي، جو مزدور)
(v) ڪيت (مارئي، جو منگيندو)

هن ڪردارن ۾ اسان کي مارئي جو ڪردار وڏيڪ پسند آهي. اهو ان ڪري پسند آهي جو هن عمر بادشاهه جي دنيا جي تمام آسائشن کي ٺڪرائي پنهنجي ساڻيهه ۽ وطن سان محبت جو حق ادا ڪري ڇڏيو. ۽ هڪ لمحي لاءِ به هن جي اندر ان محبت ۾ گهٽتائي نه آئي.

(د) "ساڻيهه جي سڪ" جي عنوان تي مضمون لکو:

جواب:

## ساڻيهه جي سڪ

انسان جنهن سر زمين تي پيدا ٿئي ٿو، ننڍ پڻ جي زندگي گذاري ٿو. گهٽين ۽ رستن تي راند روند ڪري ٿو. جتي هن جا مٽ مائٽ به گڏ رهن ٿا، جن سان هو هر وقت پيار ۽ محبت سان ڏينهن گذاري ٿو. جڏهن ٿورو وڏو ٿئي ٿو ته اتان جي هڪ هڪ شيءِ سان محبت وڌي وڃي ٿي. اهڙي ئي پياري ۽ عزيز ترين شيءِ جو نالو "ساڻيهه"، وطن ۽ جنم ڀومي آهي. جتي جو هڪ هڪ رستو، گهٽي، پٽيون، ٻنيون ۽ وڻ ٽڻ هن لاءِ ساهه کان پيارا ٿي وڃن ٿا. هو انهن کي ڪڏهن به وساري نٿو سگهي. اهڙيون يادون سندس فطرت جو حصو ٿي وينديون آهن. انهيءَ ڪري ٿي



الله تعاليٰ انسان جي اندر ساڻيهه جي سڪ جو مادو پيدا ڪيو آهي. وطن ۽ ساڻيهه جي سڪ ۽ محبت کان سواءِ انسانيت به مڪمل نٿي ٿئي.

ساڻيهه ۽ وطن جي ڪشش ۽ ڇڪ جو احساس تڏهن پيدا ٿئي ٿو جڏهن انسان وطن کان پري وڃي ٿو. پوءِ ڏسجي ٿو ته هن کي وطن جي ياد ڪهڙي طرح ستائيندي رهي ٿي. مان توهان کي پنهنجو هڪ تجربو ٻڌايان ٿو. 20-12-2005 ۾ حج تي ويس. 40 ڏينهن جو اهو سفر هو. مون کي مڪي ۽ مديني جون گهٽيون ۽ رستا گهمندي ايترو ته سڪون ۽ راحت محسوس ٿي جو ان جو ڪاٿو نٿو ڪري سگهجي. 20 ڏينهن حج جا ارڪان ۽ لوازمات مڪمل ڪرڻ کان پوءِ اچي دل ۾ ڦڙڦوٽ پوڻ شروع ٿي وئي. سچي ڳالهه اها آهي ته مون کي وطن ۽ شهر ۽ ڳوٺ جي هڪ هڪ ماڻهو، يار ۽ رشتيدار عورتن جي تصوير سامهون ڦرندي نظر پئي آيو. عبادتون پنهنجي جڳهه تي جاري هيون پر وري به منهنجي وطن ۽ شهر جي محبت جو فطري جذبو اڌما مچائي رهيو هو.

وطن جي حب جي صحيح تقاضا اها آهي ته انسان کي پنهنجي وطن وارن جي ڏک درد جو پورو احساس هجي پنهنجي هر وطن جي هر خوشيءَ ۽ غم ۾ برابر جو

شريڪ هئڻ گهرجي ۽ انهن جو ساٿ ڏيڻ گهرجي. اهڙ
طريقي سان ئي اسان پنهنجي وطن کي ترقي وٺرا
سگهون ٿا.

پر جيڪي ماڻهو خودغرض آهن اهي رڳو ڌن ۽
دولت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندا رهن ٿا. انهن جو
نظريو رڳو مال ميڙڻ ۽ ان سان محبت هوندي آهي، چاهي
هو رشوت سان حاصل ڪن يا ملاوٽ ۽ ٺڳيءَ سان. ذخير
اندوزي جي ذريعي يا سمگلنگ جي غلط طريقن سان مال
ڪمائڻ وارا وطن جا دشمن آهن. عوام جا قاتل آهن. انهن
جي دلين مان الله تعاليٰ وطن سان محبت ڪرڻ جو جذبو
ختم ڪري ڇڏيو آهي ۽ انهن جي دلين تي ملڪ دشمن جي
مهر هڻي ڇڏي آهي. الله تعاليٰ اهڙي ڪردار کان بچائي
(آمين).

**(هه) "عمر مارئي" جي آکاڻي کي پنهنجن لفظن ۾ لکو.**

**جواب:** ڏسو "سبق جو حاصل مطلب"

**(و) هيٺ ڏنل جملن مان فعل چونڊيو:**

❖ مارئي هميشه مارن ۽ ملير کي ياد ڪندي رهي.
جواب: ياد ڪندي هئي.

❖ عمر بادشاهه، مارئيءَ کي آزاد ڪري ملير موڪليو.
جواب: آزاد ڪري موڪليو.



**(ز) اهڙا لفظ جيڪي اسم ۽ فعل سان لڳن، منجهائن هنڌ جي معنيٰ نڪري، تن کي "ظرف" چئبو آهي.**

مثال:

(i) منتار هيٺ بيٺو آهي.
(ii) خليل مٿي وينو آهي
(iii) هتي انب مٺا ملن ٿا.

مٿين جملن ۾ ليڪ ڏنل لفظ "ظرف" آهن. اوهين ڪي ٻه چار جملا لکو جن ۾ ظرف استعمال ٿيل هجي.

(i) منير ڪلاس اندر داخل ٿيو.
جواب: اندر

(ii) زبير گهر کان ٻاهر نڪتو.
جواب: ٻاهر

(iii) حسنيٰ پري بيٺي آهي.
جواب: پري

(iv) ادا حبيب! هيڏانهن اچ.
جواب: هيڏانهن

**(ح) تشبيهه:**

ڪنهن به هڪ شيءِ جي ٻي شيءِ سان ڀيٽ ڪرڻ کي "تشبيهه" چئبو آهي.

جيئن: جاويد شينهن جهڙو بهادر آهي.

## سبق سورهون

# سائي

## ☸ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ☸

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| پيلو | ڦڪو | هاڃيڪار | نقصان ڪار |
| ڪارڻ | سبب | اوٻاري | ٿهڪائي |
| نٻل | ڪمزور | ٽُڪا | سئي، انجيڪشن |
| چاول | پيدا ٿيل | حياتي | زندگي |
| پکڙبي | ڦهلبي | پرهيز ڪرڻ | رڪجڻ، پري رهڻ |
| ڳتيل | هڪ ٻئي سان مليل | دفاع | بچاءُ |
| ٿهڪيل | ٻڙڪيل، اوٻاريل | چڪاس | جاچ |
| احتياط | بچاءُ جو طريقو | | |

## ☸ سبق جو حاصل مطلب ☸

هن دنيا ۾ ڪيترن ئي قسمن جون بيماريون ظاهر ٿيون آهن. تن مان هڪ سائي جي بيماري پڻ آهي. اڄڪلهه اها بيماري تمام گهڻو ڦهلجي رهي آهي. ان بيماري ٿيڻ

جي اها نشاني آهي تہ ماڻهو تمام ڪمزور ٿيندو ويندو آهي. سندس اکين جو رنگ پيلو ٿي ويندو آهي. ۽ پيشاب جو رنگ پڻ پيلو هوندو آهي. هي بيماري دراصل هڪ جيوڙي جي ڪري ٿيندي آهي. جيڪو جگر يا جيري تي حملو ڪندو آهي. سائي جي بيماري هر عمر جي فرد کي ٿي سگهي ٿي. ايستائين جو ننڍين ٻارن ۾ بہ هي بيماري ظاهر ٿي آهي. جديد دور ۾ هن بيماري جو نالو "هيپاٽائيٽس" رکيو ويو آهي. هيپاٽائيٽس جا جيوڙا A.B.C سڏيا آهن. انهن مان هيپاٽائيٽس اي ۽ هيپاٽائيٽس بي ڪجھ خطرناڪ آهن.

هيپاٽائيٽس اي: هيءَ بيماري "اي" جيوڙي ڪري ٿئي ٿي. هي بيماري گهڻو ڪري خراب پاڻي پيئڻ يا سٺي ڪاڌي کائڻ ڪري ٿيندي آهي ۽ جتي گتيل آبادي هوندي آهي. اتي گهٽ صفائي هجڻ ڪري هي بيماري ظاهر ٿيندي آهي.

هيپاٽائيٽس بي: هيءَ بيماري "بي" جيوڙي ڪري ٿئي ٿي. علاج ۾ لاپرواهي سبب جيرو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندو آهي. تنهن ڪري اها بيماري ٿئي ٿي. اها بيماري تمام گهڻو خطرناڪ آهي، ان جي پکڙجڻ جو سبب اسپتالن ۾ ساڳيون سُيون ڪم آڻڻ، ڊاڪٽرن ۽ حجمن جا ساڳيا اوزار استعمال ڪرڻ آهي. هي بيماري رت جي ذريعي بہ ڦهلبي آهي، تنهن ڪري مريضن کي رت ڏيڻ



مهل، رت جي چڪاس ضرور ڪرائجي.

هيپاٽائيٽس سي: هي سائي جو ٽيهون قسم آهي جيڪو بي جو آخري مرحلو آهي. جنهن ۾ مريض جي جگر تي گهرو اثر پوندو آهي.

سائي جي بيماري کان بچڻ لاءِ گهرن کي کليل ۽ هوادار رکڻ گهرجي. گهر ۾ اُس اچڻ تمام ضروري آهي اهڙي طرح صفائي ۽ سترائي رکڻي وڃي. پاڻي کي ٺهڪائي پوءِ استعمال ڪجي ۽ هڪ ٻئي جون استعمال ٿيندڙ شيون استعمال نہ ڪرڻ گهرجن. جهڙوڪ بليڊ ڏندڻ، ٽوال، صابڻ وغيره.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 سائي جي بيماريءَ جا ڪارڻ ڪهڙا آهن؟**

جواب: سائي جي بيماري خراب پاڻي پيئڻ ۽ سٺيا ڪاڌا کائڻ سبب ٿيندي آهي.

**سوال نمبر:2 سائيءَ جي بيماريءَ جون نشانيون ڪهڙيون آهن؟**

جواب: سائيءَ جي بيماريءَ جو نشانيون هي آهي

(i) اکين جو پيلو ٿي وڃڻ

(ii) جسماني لحاظ کان ڪمزور ٿي وڃڻ

(iii) ٻڪ جو نه لڳڻ
(iv) هلڪو بخار رهڻ
(v) دل ڪچي ٿيڻ، جسم ۾ سستي پيدا ٿيڻ
(vi) پيشاب جو رنگ پيلو ٿيڻ

**سوال نمبر:3 سائي جي پڪڙجڻ جا سبب بيان ڪريو؟**

جواب: هن بيماريءَ جي پڪڙجڻ جا ڪارڻ هي آهن: اسپتالن ۾ مريضن لاءِ ساڳيون سُيون استعمال ڪرڻ، ڊاڪٽرن ۽ حجمن جا ساڳيا اوزار استعمال ڪرڻ سان به هي بيماري پڪڙجندي آهي. ان کان علاوه اسان هڪ ٻئي کي جيڪو رت ڏيندا آهيون. ان سان به اها بيماري ڦهلجندي آهي.

**سوال نمبر:4 سائي جي جيوڙن جا نالا ٻڌايو:**

جواب: سائي جي جيوڙن جا نالا "A"، "B" ۽ "C" آهن.

**سوال نمبر5: سائي کان بچاءُ ڪيئن ڪجي؟**

جواب: سائيءَ کان بچڻ لاءِ ضروري آهي ته گهر کليل ۽ هوادار هجڻ گهرجن. گهرن ۾ اُس اچڻ ضروري آهي. آسپاس صفائي ۽ ستُرائي رکڻ گهرجي. تازا ۽ صاف ڪاڌا کائڻ گهرجن، پاڻي اوٻاري پيئڻ گهرجي ۽ گهر ۾ هڪ ٻئي جي استعمال جون شيون استعمال نه ڪرڻ



گهرجن. جهڙوڪ: بليڊ، ٽوال، ڏندڻ، صابڻ وغيره

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ انهن جملن ۾ ڪم آڻيو**

ڪارڻ ـ نيل ـ هاجيڪار ـ گنجان ـ چڪاس

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو، جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| ڪارڻ | سائي جو ڪارڻ خراب پاڻي پيئڻ ۽ سٺيا ڪاڌا کائڻ آهي. |
| نيل | اسلم اڄ نيل نظر اچي رهيو آهي. |
| گنجان | ڪراچي جي آبادي تمام گنجان آهي. |
| هاجيڪار | پاروٿيون شيون صحت لاءِ هاجيڪار ٿي سگهن ٿيون. |
| چڪاس | بيمار ٿيڻ جي صورت ۾ ڊاڪٽر کان چڪاس ڪرائڻ ضروري آهي. |

**(ج) مختلف بيمارين بابت ريڊيو، ٽيليويزن يا اخبارن مان اوهان کي جيڪا ڄاڻ اشتهارن، اعلانن ۽ هدايتن ذريعي ملي ٿي تنهن کي بيان ڪريو.**

جواب: مختلف بيمارين بابت ريڊيو، ٽيليويزن يا اخبارن مان اسان کي جيڪا ڄاڻ اشتهارن، اعلانن ۽ هدايتن ذريعي ملي ٿي انهن مان ڪورونا جي باري ۾

معلومات هيٺ ڏجي ٿي:

نوول ڪورونا وائرس COVID-19 هن ڏکئي وقت ۾ اسان سڀ گڏ آهيون.

**(i) اسان کي پڌيءَ جي ضرورت آهي:**

ڪورونا کان متاثر ماڻهن سان همدردي ڏيکاريو تفرق آور رويي اختيار ڪرڻ جي ڪري ماڻهو ٽيسٽ ڪرائڻ کان ڪترائيندا جيڪو اسان سڀني لاءِ خطرناڪ ٿي سگهي ٿو.

**(ii) انسانيت جو قدر ڪريو:**

ڪورونا کان متاثر ماڻهن جي خدمت ۽ مدد فراهم ڪندي سندن عزت ۽ وقار جو خيال رکو.

**(iii) ٻين جي مدد ڪريو:**

ڪورونا وائرس جي وبا دوران پنهنجي خاندان ۽ دوستن کان حال احوال معلوم ڪندا رهو. اهڙن ماڻهن کي ترت صحتمند ٿيڻ لاءِ بنيادي ضرورتن جي حاصلات لاءِ اوهان جي مدد جي ضرورت ٿي سگهي ٿي.

**(iv) همدردانه رويو اختيار ڪريو:**

ڪورونا کان متاثر ماڻهن سان نرم رويو رکي انهن جي رضامندي ۽ احتياط سان انهن جو خيال رکو.

**(v) احتياط ڪريو:**

- پنهنجا هٿ بار بار صابڻ ۽ پاڻي سان ويهن سيڪنڊن تائين ڌوئو.
- ڪنگهڻ ۽ نڇ اچڻ وقت پنهنجي منهن کي ٽشو سان ڍڪيو.
- ڇهن فٽن جو فاصلو رکو.

**(vi) صرف تصديق شده ذريعن کان مليل معلومات استعمال ڪريو:**

ڪورونا جي متعلق معلومات هميشه سرڪاري ذريعن کان حاصل ڪريو ۽ افواهن ڦهلائڻ کان پاسو ڪريو.



**(د) هيٺ ڏنل جملا پڙهو:**

1. مار! هيڏو وڏو نانگ
2. شل! اوهين سُکيا هجو.

مٿين جملن ۾ ليڪ ڏنل لفظ "حرف نِدا" آهن. اوهين ڪي ٻه ٽي اهڙا جملا لکو، جن ۾ "حرف نِدا" جا لفظ هجن.

جواب: (i) اي منير! تون ڪيڏانهن ٿو وڃين.

جواب: اي

(ii) او ڇوڪرا! هيڏي اچ

جواب: او

(iii) اڙي ادا! اجايو نه رُل

جواب: اڙي.

(ھ) اوھان جي آس پاس اهي ڪهڙيون شيون

جيڪي مختلف بيمارين جو سبب بڻجي رهيون آ

انهن بابت ڏھ جملا لکو.

جواب: اسان جي آسپاس ڪيترين ئي شيون

جيڪي مختلف بيمارين جو سبب بڻجي رهيون آهن

مان ڪجھ هيءَ آهن:

❖ اسان وٽ گٽرن جي ڪني پاڻي جو نيڪال صح

آهي.

❖ جڏهن گٽرن کي صاف ڪيو وڃي ٿو ته ان

نڪتل ڪچرو روڊ تي ئي پيل هوندو آهي.

❖ مکين ۽ مڇرن جو آزار هوندو آهي. انهن لاءِ

ڦوهاري جو بندوبست نہ هوندو آهي.

❖ ڪاڌي پيتي جون شيون ڍڪيل ۽ بند ٿيل

هونديون آهن.

❖ پيئڻ جو پاڻي صفا ميرو هوندو آهي.

❖ ڪڏهن ڪڏهن ته ان پاڻي ۾ ڏپ بہ هوندي آهي.

❖ بيماري جي صورت ۾ ويجهي ڪا بہ اسپتال

هوندي آهي.

❖ جيڪڏهن اسپتال هوندي آهي ته ان ۾ مستند ڊا

نہ هوندو آهي.

❖ نقلي دوائن جو آزار گهٽو تي ويو آهي.



❖ انهن سيني سببن جي ڪري معاشري ۾ بيماريون

ڦهلجن ٿيون.

(و) هيٺ ڏنل جُملن ۾ فاعل ۽ مفعول جو فعل

سان گردان پڙهو ۽ سمجهو:

گردان:

❖ آءٌ ڪتاب پڙهان ٿو.

❖ اسين ڪتاب پڙهون ٿا.

❖ تون ڪتاب پڙهين ٿو.

❖ توهين ڪتاب پڙهو ٿا.

❖ هُو ڪتاب پڙهي ٿو.

❖ هوءَ ڪتاب پڙهي ٿي

❖ اُهي ڪتاب پڙهن ٿا.

❖ اسلم ڪتاب پڙهي ٿو.

❖ مهراڻ ۽ مارئي ڪتاب پڙهن ٿا.

استاد لاءِ هدايت:

اُستاد ٻارن کي مشق "و" ۾ ڏنل گردان سمجهائي ۽

اهڙا ٻيا مثال ٻُڌائي.

## سبق سترهون

# اچو تہ پنهنجو ڳوٺ سڌاريون

### نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| سنواريون | سڌاريون | نهاريون | ڏسون |
| اُجاريون | صاف ڪريون | بيماري | مرض، روڳ |
| چئوطرف | چوڌاري | مستقبل | ايندڙ وقت |
| گلزاريون | خوشيون | پال پلائي | مهربانيون ڪر |
| علم | تعليم، ڄاڻ | حڪمت | ڏاهپ، سياڻپ |
| هنر | فن، ڪاريگري | موليٰ | رب پاڪ، وار |
| دولت | خزانو، ملڪيت | پال | عنايت، مهرباني |
| ٻناريون | ڏيئون، مينهون | وٺڪار | وڻ جي ڇانو |

### بيتن جي سمجهاڻي

ٻنيون ٻارا باغ سنواريون،
پنهنجا گهر ۽ گهاٽ اُجاريون،
روشن مستقبل ڏي نهاريون،
اچو تہ پنهنجو ڳوٺ سڌاريون.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر سليم هالائي چوي ٿو
پنهنجي ٻنين، ٻارن ۽ باغن کي سنواريون ۽ پنهنجي گهر گهـ



کي صاف ڪريون. روشن آئيندي ڏانهن ڏسون اچو تہ اهڙي طرح پنهنجي ڳوٺ کي ترقي وٺايون.

رستن تي ڇٽڪار ڪنداسون،
پاسن کان وٺڪار ڪنداسون،
لڳي وڃن چئو طرف بهاريون،
اچو تہ پنهنجو ڳوٺ سڌاريون.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ اسين رستن تي پاڻيءَ جي ڇٽڪار ڪنداسين ۽ رستي جي پاسن کان وڻ پوکينداسين، جنهن سان هر طرف ساوڪ ٿي ويندي ۽ بهاري پئي نظر ايندي. اچو تہ اهڙي طرح پنهنجي ڳوٺ کي ترقي وٺايون.

علم، هنر هڪ دولت آهي،
جنهن کي چوريءَ جو ڀؤ ناهي،
ننڍين وڏن کي علم سيکاريون،
اچو تہ پنهنجو ڳوٺ سڌاريون.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ علم ۽ هنر هڪ تمام وڏي دولت آهن، جيڪي ڪنهن بہ چوري نٿا ٿي سگهن. ان ڪري اسان کي گهرجي تہ ٻارڙن توڙي وڏن کي علم سيکاريون، اچو تہ اهڙي طرح پنهنجي ڳوٺ کي ترقي وٺايون.

گند ڪچري ۾ آ بيماري،
آهي صفائي حڪمت واري،

ڳوٺن مـان ڪچـري کـي ٻهـاريون،
اڃـو تـہ پنهنجـو ڳـوٺ، سـنـڌاريون.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ گند ۽ ڪچري ۾ بيماري آهي. جڏهن تہ صفائي ڪرڻ سيائپ آهي. ان ڪري اسان کي گهرجي تہ ڳوٺ مان ڪچري کي ٻهاري ڇڏيون اچو تہ اهڙي طرح پنهنجي ڳوٺ کي ترقي وٺايون.

مـولي ملـڪ ۾ مـال وڌائـي،
پنهنجـو "سـليم" تـي پـال پلائـي،
پليـون هجـن شـل پنهنجـون پٽـاريون،
اچـو تـہ پنهنجـو ڳـوٺ سـنـڌاريون.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ الله تعاليٰ پنهنجي ملڪ ۾ مال کي وڌائي ۽ سليم تي پنهنجي ٻاجهہ ڪري. شل! پنهنجي ملڪ جون پٽاريون پليون هجن. اچو تہ گڏجي پنهنجي ڳوٺ کي ترقي وٺايون.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 ڳوٺ سڌارڻ لاءِ شاعر ڪهڙيون صلاحون ٿو ڏئي؟**

جواب: ڳوٺ سڌارڻ لاءِ شاعر هي صلاحون ڏئي ٿو



تہ اچو تہ: پنهنجون باغ سنواريون، وڻ پوکيون، گهر گهاٽ اجاريون ۽ ڪچرو صاف ڪريون ۽ تعليم حاصل ڪريون.

**سوال نمبر:2 علم ۽ هنر جي اهميت شاعر ڪيئن بيان ڪئي آهي؟**

جواب: علم ۽ هنر جي اهميت بيان ڪندي شاعر فرمائي ٿو تہ علم ۽ هنر اهڙي دولت آهي جيڪا چوري نٿا ڪري سگهجن.

**سوال نمبر:3 گند ڪچري مان ڪهڙو نقصان آهي؟**

جواب: گندڪچري مان بيماري پکڙجي ٿي.

**سوال نمبر: 4 صفائي ۾ ڪهڙي حڪمت آهي؟**

جواب: صفائي ۾ هي حڪمت آهي جو صفائي بيماري کي ناس ڪري ٿي.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اهي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

سنواريون ـ پٽاريون ـ وڪار ـ حڪمت

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| لفظ | جملا |
|---|---|
| سنواريون | اچـو تـہ سـڀ گـڏجي پنهنجـي ملـڪ کـي سنواريون |

(هـ) سنڌي ٻوليءَ ۾ مختلف اعرابن وارا جدا جدا معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ آهن. جن جي مختلف اعرابن جي ڪري انهن جي معنيٰ بہ جدا جدا ٿئي ٿي. هيٺ ڏنل اهڙا لفظ پڙهو.

| لفظ | معنيٰ | اعرابن جي تبديلي | معنيٰ جي تبديلي |
|---|---|---|---|
| پِٽ | ديوار | پَٽُ | اُباريل يا رڌل چانور |
| پُٽُ | فرزند | پَٽُ | زمين، ميدان |

مٿين لفظن وانگر اوهين بہ اهڙا ڪي ٻہ ٻہ مثال لکو.

| لفظ | معنيٰ | اعرابن جي تبديلي | معنيٰ جي تبديلي |
|---|---|---|---|
| ڀُڙو | ماچيس | ڀڙو | عورتن جي ڏڳهي سٽ |
| ٻَجُ | نوڙ | ٻُجُ | ڪاڏي کي ٻُجڻ |

(و) اوهان پنهنجي ڳوٺ سڌارڻ لاءِ ڪهڙيون ڪوششون ڪندا؟ پنهنجي گهران لکي اچو.

جواب: اسان پنهنجو ڳوٺ سڌارڻ لاءِ سڀ کان پهرين ڳوٺ ۾ صفائي جو انتظام ڪنداسين، ڪوشش ڪنداسين تہ وڌ کان وڌ ٻوٽا پوکيون، ڪٿي بہ ڪنو پاڻي بيهڻ نہ ڏيون گند ڪچري کي ضايع ڪرڻ لاءِ ڳوٺ کان پري گڏ ڪري ساڙي ڇڏيون.

(ز) هن نظم جو مرڪزي خيال پنهنجي لفظن ۾ بيان ڪريو.

جواب: هن نظم جو مرڪزي خيال پنهنجي ڳوٺ کي سڌارڻ آهي. جنهن ۾ هر شيءِ اڇي وڄي ٿي، مثلاً: ٻنيون ٻارا، گهر گهاٽ، رستا پاسا، علم هنر، اهڙي طرح صفائي جو بندوبست ڪري پنهنجي ڳوٺ کي صاف ۽ سٿرو رکڻ به آهي.



## سبق ارڙهون

# بابا فريد گنج شڪر (رحمة الله عليه)

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| شڪر | کنڊ | مصلو | اها شيءِ جنهن تي نماز پڙهي وڃي |
| حفظ | ياد | نيڪ سيرت | نيڪ طبيعت |
| ملاقات | گڏجاڻي | خوبصورت | سهڻو |
| پاڪائي | طهارت | گنج شڪر | بابا فريد جو لقب |
| اتساهه | چاهه | پوئلڳ | پنيان هلندڙ |
| معروف | مشهور | غير مسلم | جيڪو مسلمان نه هجي |
| ذريعو | وسيلو | فاني | ختم ٿيڻ واري |
| نيڪ | سٺو | | |

### ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

بابا فريد گنج شڪر جو جنم 569هه ڌاري، ملتان ويجهو ڪوٺيوال ۾ ٿيو. بابا فريد جو پورو نالو فريد الدين مسعود آهي. سندس پيءُ جو نالو شيخ جمال الدين سليمان هو، جيڪو ڪوٺيوال جو قاضي هو. سندس والده

قرسم خاتون هڪ نيڪ سيرت خاتون هئي.

بابا فريد يارهن سالن جي ڄمار ۾ قرآن پاڪ حفظ ڪيو ۽ وڌيڪ علم حاصل ڪرڻ لاءِ مولانا منهاج الدين وٽ ملتان ويو. اتي معروف بزرگ صوفي خواجه قطب الدين بختيار ڪي پنهنجو مرشد بنايائين. سائنس گڏ دهليءِ ويو. مرشد جي چوڻ تي وڌيڪ تعليم لاءِ بغداد بہ ويو، جتي سندس ملاقات خواجه معين الدين چشتي اجميريءَ سان ٿي.

بابا فريد پنجابي، سرائڪي، ڪشميري ۽ سنڌيءَ جو شروعاتي شاعر سڏجي ٿو.

هن پنهنجي شاعريءَ ذريعي پيار، ڏاهپ، پاڪائي ۽ حق جي هدايت ڪئي ۽ فرمائيندو هو تہ: ”اي فريد! دنيا خوبصورت آهي، پر ان ۾ ڪنڊن جو باغ بہ آهي. جتي لالچ هوندي، اتي محبت ڪيئن هوندي!“

”آءٌ ڏوهن سان ڀريو پيو آهيان، منهنجو ويس ڪارو آهي، پوءِ بہ ماڻهو مون کي درويش ٿا چون.“

چون ٿا تہ، هن جي امڙ عبادت ۾ اتساهه پيدا ڪرڻ لاءِ هن جي مصلي هيٺان کنڊ جي پڙي رکي ڇڏيندي هئي، جيڪا هو نماز کان پوءِ کڻندو هو ۽ ان کي نماز جو انعام سمجهندو هو. هڪ ڀيري سندس امڙ کان کنڊ رکڻ وسري وئي، پر ننڍڙي مسعود کي ساڳي جاءِ تي کنڊ جي پڙي رکيل ملي ۽ ايئن هو ”گنج شڪر“ سڏجڻ لڳو.



بابا فريد الدين محرم الحرام 668هہ ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. سندس مزار پنجاب صوبي جي شهر ”پاڪ پٽڻ“ ۾ آهي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

سوال نمبر:1 بابا فريد جو جنم ڪٿي ٿيو؟

جواب: بابا فريد جو جنم ملتان ويجهو کوٺيوال ۾ ٿيو.

سوال نمبر:2 بابا فريد جو اصل نالو ڇا هو؟

جواب: بابا فريد جو اصل نالو فريد الدين مسعود هو.

سوال نمبر:3 بابا فريد کي گنج شڪر ڇو ٿو سڏيو وڃي؟

جواب: سندس والده نماز جي انعام طور سندس مصلي هيٺان هڪ کنڊ جي پڙي رکندي هئي. هڪ ڀيرو هوءَ پڙي رکڻ وسري وئي پر کيس مصلي هيٺان پوءِ بہ کنڊ جي پڙي ملي انهي ڪري کين گنج شڪر سڏجي ٿو.

سوال نمبر:4 بابا فريد پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪهڙو پيغام ڏنو آهي؟

جواب: بابا فريد پنهنجي شاعري ۾ پيار، ڏاهپ،

پاڪائي ۽ حق جو پيغام ڏنو آهي.

**سوال نمبر: 5 بابا فريد ڪهڙيون ڳالهيون ڪندو هو؟**

**جواب:** بابا فريد چوندو هو تہ هي دنيا خوبصورت آهي پر هتي ڪندن جا باغ بہ لالچ جي شڪل ۾ موجود آهن.

**سوال نمبر: 6 بابا فريد جي آخري آرام گاهہ ڪٿي آهي؟**

**جواب:** بابا فريد جي آخري آرام گاهہ پنجاب صوبي جي شهر پاڪ پتڻ ۾ آهي.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

نيڪ _ اتساهہ _ پوئلڳ _ خوبصورت _ معروف

**جواب:** لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| نيڪ | بابا فريد گنج شڪر رح جي والده نيڪ سيرت خاتون هئي. |
| اتساهہ | سندس والده عبادت ۾ اتساهہ پيدا ڪرڻ لاءِ مصلي جي هينان کنڊ جي پڙي رکندي هئي. |
| پوئلڳ | بابا فريد گنج شڪر رح جا ڪيترائي پوئلڳ آهن. |
| خوبصورت | دنيا خوبصورت آهي پر ان ۾ ڪنڊن جو باغ بہ آهي. |
| معروف | خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪي معروف بزرگ هو. |



**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا واحد ۽ جمع لکو:**

| واحد | جمع | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| چمار | چمارون | محبت | محبتون |
| نماز | نمازون | لالچ | لالچون |
| درگاهہ | درگاهون | ڪندو | ڪندا |

**(د) مختلف شخصيتن جي جنم ۽ وفات جي ڏينهن تي اخبارون، "خاص صفحا" ڪڍن ٿيون. اوهان انهن اخبارن مان جن شخصيتن بابت ڄاڻ حاصل ڪئي آهي تن بابت تفصيل سان ٻڌايو.**

**جواب:** قائداعظم رح، علامہ اقبال رح، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح، حضرت لال شهباز قلندر رح، محترمہ بينظير ڀٽو صاحبہ، ذوالفقار علي ڀٽو

(ھ) اهڙا فعل جن مان معلوم ٿئي ته فاعل اهو ڪم ايندڙ وقت ۾ ڪندو، اهڙي زمان کي، زمان مستقبل چئبو آهي.

مثال: 1- اسلم ڪراچيءَ گهمڻ ويندو.

2- احمد اخبار پڙهندو.

مٿين جملن مان معلوم ٿيو ته فاعل اهو ڪم ايندڙ وقت ۾ ڪندو. اوهان زمان مستقبل بابت ڪي به چار جملا لکو.

جواب: i- منير ماني کائيندو.

ii- زبير اسڪول ويندو.

iii- هو راند کيڏندا.

iv- تون صورت خطي لکندين.



## سبق اوڻيهون

# وڌندڙ آبادي

### نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| هاڃيڪار | نقصانڪار | اٽڪل | تقريباً |
| دستڪاري | هٿ جو هنر | ناڪاري | خراب |
| رفتار | اسپيڊ | دٻاءُ | زور بار |
| شرح | اگهه، نرخ | حرفت | ڏنڊو |
| لاڀ | فائدو | ايثار | قرباني |
| تجارت | واپار | سرشار | ڀرپور، لبريز |

### سبق جو حاصل مطلب

اسان جي مُلڪ پاڪستان جي آبادي اٽڪل 22 ڪروڙ ٿي وئي آهي. پاڪستان دُنيا ۾ گهڻ آباديءَ وارن ملڪن ۾ پنجون نمبر ليکيو وڃي ٿو.

آباديءَ جي تڪڙي واڌ مُلڪ ۽ قوم جي زندگيءَ جي معيار تي ناڪاري اثر وجهي ٿي. ان ڪان سواءِ تعليم، صحت، خوراڪ، رهائش، روزگار ۽ ٻيون سهولتون پڻ متاثر ٿين ٿيون. ۽ آبادي ۾ واڌ سبب پيدائش، بيمارين ۽ موت جي شرح ۾ به واڌ اچي ٿي.

هيٺ ڏنل ڳالهين تي عمل ڪرڻ سان آباديءَ جو د...
گهٽجي سگهي ٿو.

1. پيداوار جي وسيلن ڪي تيزيءَ سان وڌايو وڃي.
2. فني تعليم کي مُلڪ ۾ عام ڪرڻ، ان ڪان سو...
زراعت ۽ صنعت سان گڏ زندگيءَ جي هر شعبي...
جديد ٽيڪنالاجيءَ کان ڪم ورتو وڃي.
3. نون وسيلن جي ڳولا جاري رکڻ. ان سلسلي ۾ تيا...
جي ڳولا وارڙي ڪم تي خاص ڌيان ڏنو وڃي.
4. پاڪستان ۾ زير ڪاشت نہ ايندڙ زمين کي ڪاشت...
جي لائق بنائڻ ۽ ان ڪان سواءِ سم ۽ ڪلر وار...
زمين کي بہ آباديءَ لائق بنائڻ لاءِ جوڳي بندوبست...
جي ضرورت آهي.
5. حقيقت ۾ موجوده وسيلن مان پورو لاڀ حاصل...
ڪرڻ ۽ وڌيڪ وسيلن جي ڳولا جو ڪم جاري رک...
تڏهن ممڪن ٿيندو، جڏهن اسان مان هر فرد محنت...
خلوص ۽ ايثار جي جذبي سان سرشار ٿي پنهنجو...
فرض پورو ڪندو.
اسان سڀني کي گهرجي تہ مٿين ٻڌايل ڳالهين تي...
عمل ڪريون. ايئن اسين پنهنجي مُلڪ کي وڌندڙ...
آباديءَ جي نقصانن کان بچائي سگهون ٿا.



## مشق

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

سوال نمبر:1 پاڪستان جي هينئر ڪيتري آبادي آهي؟

جواب: پاڪستان جي هينئر آبادي تقريباً 22 ڪروڙ آهي.

**سوال نمبر:2 پاڪستان دُنيا ۾ گهڻ آباديءَ وارو ڪهڙو نمبر مُلڪ آهي؟**

جواب: پاڪستان دنيا ۾ گهڻ آباديءَ وارن ملڪن ۾ پنجون نمبر ملڪ آهي.

**سوال نمبر:3 آباديءَ جو دٻاءُ وسيلن تان ڪيئن گهٽائي سگهجي ٿو؟**

جواب: آباديءَ جو دٻاءُ پيداوار جي وسيلن کي تيزيءَ سان وڌائڻ سبب گهٽائي سگهجي ٿو.

**سوال نمبر:4 وڌندڙ آباديءَ جي ڪري ڪهڙيون شيون متاثر ٿين ٿيون؟**

جواب: وڌندڙ آبادي جي ڪري تعليم، صحت، خوراڪ، رهائش، روزگار ۽ ٻيون سهولتون متاثر ٿين ٿيون.

**سوال نمبر: 5 مُلڪي وسيلن جو بهتر استعمال**

ڪيئن ڪري سگهجي ٿو؟

**جواب:** ملڪي وسيلن جو بهتر استعمال هن طرح ڪري سگهجي ٿو:

(i) پيداوار جي وسيلن کي تيزيءَ سان وڌايو وڃي.

(ii) فني تعليم کي عام ڪيو وڃي.

(iii) زراعت کي هٿي وٺرائي وڃي.

(iv) تيل جي ڳولا جاري رکي وڃي تيل جي ڳولا واري ڪم تي خاص ڌيان ڏنو وڃي.

(v) زير ڪاشت نه ايندڙ زمين کي ڪاشت جي لائق بنائڻ تي خاص توجه ڏنو وڃي.

(vi) سم ۽ ڪلر واري زمين کي به آبادي جي لائق بنايو وڃي.

(vii) ملڪ جو هڪ هڪ فرد خلوص ۽ ايثار جي جذبي سان سرشار ٿي پنهنجو فرض پورو ڪري.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اهي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

هاجيڪار _ دستڪاري _ رفتار _ شرح _ لاڀ _ تجارت

**جواب:** لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا:



| لفظ | جملا |
|---|---|
| هاجيڪار | سم ۽ ڪلر آباد زمين جي لاءِ هاجيڪار آهي. |
| دستڪاري | دستڪاري گهريلو صنعت کي عام ڪرڻ گهرجي. |
| رفتار | ملڪ جي ترقي جي رفتار کي تيز ڪرڻ گهرجي. |
| شرح | اسان جي ملڪ ۾ غربت جي شرح وڌيڪ آهي. |
| لاڀ | معدني شين مان لاڀ حاصل ڪرڻ گهرجي. |
| تجارت | تجارت هڪ وڌندڙ پيشو آهي. |

**(ج) هيٺ ڏنل بي ترتيب جُملن کي دُرست ترتيب ڏئي لکو.**

(i) مقدار ۾ چڱي آهي پيل هيل تائين زمين پاڪستان ۾

**جواب:** ترتيب سان:

پاڪستان ۾ هيل تائين زمين چڱي مقدار ۾ پيل آهي.

(ii) گهرجي اسان سيني کي ته ڪريون ٻڌايل ڳالهين مٿين تي عمل.

**جواب:** ترتيب سان:

اسان سيني کي گهرجي ته مٿين ٻڌايل ڳالهين تي

عمل ڪريون

**(د) هيٺ ڏنل عبارت پڙهو ۽ ٻڌايو ته ان عبارت ۾ ڪهڙو مقصد يا پيغام ڏنل آهي.**

اسين پاڪستاني آهيون. اسان جو وطن سرسبز ۽ شاد ۽ آباد آهي. اسان کي پنهنجي وطن جي سربلنديءَ لاءِ ڏينهن رات محنت ڪرڻ گهرجي. اسين محنت ڪري وڏن عهدن تي پهچي پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي سُٺي نموني خدمت ڪري سگهون ٿا.

اسين انجنيئر، ڊاڪٽر، استاد، هاري، پورهيت ۽ هنرمند وغيره سڀ پاڻ ۾ ڀائر آهيون. اسين سڀ پنهنجي ملڪ جي لاءِ مختلف ميدانن ۾ محنت ڪري خدمت ڪريون ٿا. شال! اسان جو ملڪ سُکيو ۽ ستابو رهي.

**جواب:** مٿين عبارت ۾ هي پيغام ڏنل آهي ته پاڪستاني حيثيت ۾ اسان پنهنجي ملڪ جي سربلنديءَ لاءِ محنت ڪريون ۽ ان جي خدمت ڪريون. ۽ ملڪ جا تمام رهواسي پاڻ ۾ ڀائر آهن.

**سرگرمي:**

**(1) سير ۽ تفريح جي حوالي سان پنهنجي صوبي يا علائقي جي ڪجهه مشهور جڳهن جا نالا ٻُڌايو ته اوهان کي اُتي ڇا ڇا پسند آهي ۽ ڇو؟**

**جواب:** استاد صاحب پنهنجي تجربي جي بنياد تي



ٻارن کي صوبي جون اهم جايون ٻڌائي ۽ جو سبب به ٻڌائي.

**(2) پاڪستان ۾ ڪيترين ئي خوبصورت جايون آهن. هيٺ ڏنل تصويرن کي غور سان ڏسو ۽ ٻڌايو ته اوهان انهن جاين مان ڪٿي وڃڻ پسند ڪندا ۽ ڇو؟**

| شالامار باغ | سيف الملوڪ ڍنڍ | ڪيلاش وادي |
|---|---|---|

**جواب:** اسان سيف الملوڪ ڍنڍ ۽ ڪيلاش وادي وڃڻ پسند ڪنداسين ڇو جو اهي بهترين گهمڻ جا ماڳ آهن. اتي وڃڻ سان دل کي فرحت نصيب ٿيندي آهي.

## سبق ويهون

# قدم وڌائي اڳتي هل (نظم)

### نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| سستي | غفلت، لاپرواهي | آڏو | اڳيان، روبرو |
| قدم | وک، گام | ٻل | طاقت، قوت، سگهه |
| محنت | ڪوشش، پورهيو | وقت | ٽائيم، عرصو |
| ڦل | نتيجو، انعام | وڃائين | برباد ڪري |
| ڏونگر | جبل | پهاڙ | جبل |
| وات | گس | ارادو | نيت، خيال |
| ڳنڍي | پورو ٿي، ختم ٿي | اٽل | پڪو، پختو، مضبوط |
| هٿ نه مل | افسوس نه ڪر | مفت | اجايو، بيڪار |
| ڏري | ڦاٽي، ٽڪرا ٿي | قيمت | محنت، ڪوشش |
| جُهڪي | نمي | هرڪو | هرهڪ، سيڪو |
| سردي | سرد هوائون، ٿڌ | پل | گهڙي، وقت |



### بيتن جي سمجهاڻي

سستي مان ڇا هڻ حاصل،
قدم وڌائي اڳتي هل

**سمجهاڻي:** هن نظم ۾ شاعر امداد حسيني چوي ٿو ته غفلت مان ڪجهه به حاصل نه ٿيڻو آهي. وک وڌائي اڳتي هل.

چنڊ تي پهتو آ انسان،
محنت جو سڀ آهي ڦل.

**سمجهاڻي:** هن نظم ۾ شاعر چوي ٿو ته اهو سڀ ڪوشش جو نتيجو آهي، جو انسان چنڊ تي پهچي ويو آهي.

ڪنهن جو تون محتاج نه ٿي،
ڪنهن جي آڏو جهول نه جهل.

**سمجهاڻي:** هن نظم ۾ شاعر چوي ٿو ته ڪنهن جي اڳيان سوال نه ڪر ۽ ٻئي ڪنهن جو به محتاج نه ٿيءُ.

همت وارن جي آڏو،
جُهڪي پوي ٿو نيٺ جبل.

**سمجهاڻي:** هن نظم ۾ شاعر چوي ٿو ته جيڪي ڪوشش ڪن ٿا، انهن جي اڳيان آخر جبل به جُهڪي پوي ٿو.

سردي گرمي سر تي سهي،
گل جهلي تي تڏهن ول.

**سمجهاڻي:** هن نظم ۾ شاعر چوي ٿو ته ول ۾ پنهنجي سر تي گرمي سردي برداشت ڪرڻ ڪانپوءِ گل جهلي ٿي.

گذري جيڪو وقت ويو،
هاڻي انهيءَ تي هٿ نه مل.

**سمجهاڻي:** هن نظم ۾ شاعر چوي ٿو ته جيڪو وقت گذري چڪو آهي. هاڻي ان جو ڪوبه افسوس نه ڪر.

ڏونگر پاڻ ڏري پوندا،
اگر ارادو آهي اٽل.

**سمجهاڻي:** هن نظم ۾ شاعر چوي ٿو ته جي ارادو مضبوط هوندو ته جبل پاڻ ئي ڦاٽي پوندا.

علم ته آهي سچ جي واٽ،
واٽ انهيءَ تي هلندو هل.

**سمجهاڻي:** هن نظم ۾ شاعر چوي ٿو ته علم سچ جو رستو آهي، اوهين ان رستي تي اڳتي وڌندا هلو.

پهاڙ پرزا ٿي پوندا،
بانهن ۾ جي آهي بل.

**سمجهاڻي:** هن نظم ۾ شاعر چوي ٿو ته جي ٻانهن ۾ طاقت آهي، ته جبل به ٽڪر ٽڪر ٿي ويندا.



وقت وڃائين مفت مٿان،
قيمت لهڻي هر ڪو پل.

**سمجهاڻي:** هن نظم ۾ شاعر چوي ٿو ته اجايو وقت نه وڃايو، ڇو ته هڪ هڪ گهڙي قيمتي آهي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 نظم "قدم وڌائي اڳتي هل" مان توهان کي ڪهڙو شعروڻي ٿو ۽ ڇو؟**

**جواب:** نظم "قدم وڌائي اڳتي هل" مان اسان کي هيٺيون شعروڻي ٿو:

سستي مان ڇا هڙ حاصل،
قدم وڌائي اڳتي هل.

اهو شعر اسان کي ان ڪري وڻي ٿو، جو ان شعر ۾ سستي ڇڏڻ جي نصيحت ڪئي وئي آهي ۽ اڳتي وڌڻ جو حوصلو ڏنو ويو آهي.

**سوال نمبر:2 شاعر علم بابت ڇا ٿو چئي؟**

**جواب:** شاعر علم بابت چئي ٿو ته علم سچ جي واٽ آهي انهيءَ واٽ تي هلندو هل.

**سوال نمبر:3 شاعر گذري ويل وقت بابت ڪهڙي صلاح ڏئي ٿو؟**

**جواب:** گذري ويل وقت بابت شاعر هي صلاح ڏئي

ٿو ته گذري ويل وقت ٿي هرويرو هٿ نه مل.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو.

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| ڦل | محنت جو ڦل مٺو آهي. |
| ڏونگر | محنت سان ڏونگر به ڏري پوندا آهن. |
| اٽل | هميشه ارادو اٽل هئڻ گهرجي. |
| پرزا | حوصلو پهاڙن کي به پرزا ڪري سگهي ٿو. |
| ٻل | پاڻهن ۾ ٻل هوندو ته سڀ ڪم ٿي پوندا. |

(ج) هيٺ ڏنل اصطلاحن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو.

هٿ ملڻ _ ڏونگر ڏري پوڻ _ پاڻهن ۾ ٻل هجڻ

جواب:

| اصطلاح | معنيٰ | جملن ۾ استعمال |
|---|---|---|
| هٿ ملڻ | افسوس ڪرڻ | اسلم جڏهن امتحان ۾ ناپاس ٿيو تڏهن پيو هٿ ملي |
| ڏونگر ڏري | مشڪل ڪم | محنت ڪرڻ سان ڏونگر |
| پوڻ | ٿي وڃڻ | به ڏري پوندا آهن |
| پاڻهن ۾ ٻل هجڻ | طاقت هجڻ | پاڻهن ۾ ٻل اٿئي ته اهو ڪم ڪري ڏيکار |



(د) نظم "قلم وڏائي اڳتي هل" جو بنيادي خيال بيان ڪريو:

جواب: نظم "قلم وڏائي اڳتي هل" جو بنيادي خيال هي آهي ته ڪڏهن به مشڪل ڪم ڪان نه گهبرائجي چو جو محنت سان ڏونگر به ڏري پوندا آهن.

(هه) "هل" ۽ "مل" هم قافيه لفظ آهن، اوهين هن نظم مان ٻيا هم قافيه لفظ چونڊي لکو.

جواب: ڦل _ جهل _ جبل _ ول _ اٽل _ ٻل

(و) هيٺ ڏنل لفظن ۾ "دان" لفظ پڇاڙي آهي.

جيئن: • تعليم + دان = تعليمدان

• سائنس + دان = سائنسدان

اوهين "دان" پڇاڙيءَ وارا ڪي به ٻه لفظ ٺاهيو.

جواب: (i) نا + دان = نادان

(ii) قلم + دان = قلمدان

(ز) هيٺ ڏنل خال ڀريو، شعر مڪمل ڪريو:

• ڪنهن جو تون ............ نه ٿي،

جواب: محتاج

ڪنهن جي آڏو ............ نه جهل

جواب: جهول

* ............................ وجائين مفت متان،

جواب: وقت

قيمت ............................ هر ڪو پَل.

جواب: لهڻي

(ح) هي نظم زباني ياد ڪري ڪورس ۾ سُر سان ڪلاس ۾ پڙهايو.

جواب: استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي



## سبق ايڪيهون

# سائنسي ايجادون

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| تفريح | وندر | اترين | اتر طرف |
| انفرميشن | معلومات | واقف | آگاهه |
| اي ميل | اليڪٽرانڪ ميل جو مخفف | اليڪٽرانڪ | برقي |
| ميل | ٽپال | پاس ورڊ | اجازت جو اکر |
| آگاهه | باخبر | ڳجهو | لڪل |
| انسٽال | داخل ڪرڻ | ڪوڙ | گهٽا |
| ٽيڪنالاجي | فني ڄاڻ | جديد | نئين، تازي |
| لاپ | فائدو | مقصد | مطلب |
| ايڊرئس | پتو ڏس | برقي | بجلي تي هلندڙ |
| شعبو | شاخ، حصو | اميد | آسرو |
| رواج | رسم | | |

## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

هن سبق ۾ دوست ڪي خط لکي اي ميل جو تعارف بيان ڪيو ويو آهي. اڳي ڪنهن به مٽ مائٽ کان حال احوال وٺڻ لاءِ خط لکبو هو، جيڪو لکي وري ٽپال جي دٻي ۾ وجھبو هو. خط پهچڻ ڪي ڪافي ڏينهن ۽ وري اوترائي ڏينهن جواب اچڻ ۾ لڳي ويندا هئا.

اي ميل جو سڄو لفظ آهي اليڪٽرانڪ ميل يعني برقي ٽپال. هن ذريعي ڪوبه پيغام لکي ڪمپيوٽر ۾ اي ميل ذريعي موڪليو ته هڪ گهڙي ۾ وڃي دوست يا مٽ مائٽ کي ملندو. اي ميل وسيلي سنڌي ۾ به پيغام موڪلي سگهجي ٿو. اي ميل ڪرڻ لاءِ هڪ ايڊريس ٺاهبي آهي ۽ هڪ ڳجهو لفظ به ٺاهبو آهي جنهن کي پاس ورڊ چئبو آهي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

سوال نمبر:1 اي ميل جو مطلب ڇا آهي؟

جواب: اي ميل اليڪٽرانڪ ميل جو مخفف آهي جنهن جو مطلب آهي برقي ٽپال.



سوال نمبر:2 اڳي حال احوال ڪهڙي وسيلي سان موڪليو هو؟

جواب: اڳي حال احوال خط وسيلي موڪليو هو .

سوال نمبر:3 اي ميل مان ڪهڙا فائدا آهن؟

جواب: اي ميل بروقت پهچيو وڃي ۽ پني ۽ لفافي جي ضرورت نه ٿي پوي.

سوال نمبر:4 اي ميل لاءِ ڪهڙيون شيون ضروري آهن؟

جواب: اي ميل لاءِ ڪمپيوٽر، انٽرنيٽ، اي ميل ايڊريس ۽ ڳجهو لفظ يعني پاس ورڊ ضروري آهي.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

شعبو _ اميد _ تفريح _ مقصد _ رواج _ جديد

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ جي چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| لفظ | جملا |
|---|---|
| شعبو | هر شعبي جو ماڻهو ڪمپيوٽر سکي سگهي ٿو. |
| اميد | مون کي اميد آهي ته توهان ڪمپيوٽر جي تعليم ضرور سکندا. |
| تفريح | منير تفريح لاءِ ڪوه مري ويو |

| مقصد | تعليم حاصل ڪرڻ جو مقصد چڱي ۽ بري ... پرک ڪرڻ آهي. |
| --- | --- |
| رواج | اسان جي سماج ۾ ڪيترائي رواج آهن. |
| جديد | اسان ڪي جديد دؤر سان هلڻو پوي ٿو. |

(ج) هن سبق مان اسان هيٺيان سبق سکيا.

ڪمپيوٽر _ انٽرنيٽ _ اي ميل _ سافٽ ويئر _ ... ورڊ

(د) هاڪار ۽ ناڪار ڏيکاريندڙ لفظ گرامر موجب ظرف ٿيندا آهن. اوهان هيٺ ڏنل لفظن کي مرڪب جملن ۾ ڪم آڻيو:

ها _ هائو _ نه _ ڪونه _ ڪانه _ ڪين _ مَر _

جواب:

| لفظ | جملا |
| --- | --- |
| ها | ڪنهن به ڳالهه تي ها ڪرڻ کان پهرين سوچجي |
| هائو | استاد جواب ۾ هائو چيو. |
| نه | انسان اڏامي نه ٿو سگهي. |
| ڪونه | سليم ڪافي سالن کان پوءِ مليو ته مون ڪونه سڃاتو. |
| ڪانه | اڪرم جي اچڻ جي اجا خبر ڪانه ملي آهي |
| ڪين | ڪڏهن به سستي ڪين ڪجي. |



| مَر | شاهه صاحب پنهنجي شعر ۾ سستي ڪي صلاح ڏني ٿو ته مَر رو. |
| --- | --- |

(هه) اوهان اليڪٽرڪ ميڊيا جي ڪهڙن ڪهڙن ذريعن مان ڄاڻ حاصل ڪندا آهيو؟ تن بابت تفصيل سان ٻڌايو:

جواب: استاد صاحب هر ٻار کان ان بابت پنهنجي نگراني هيٺ پڇا ڪري ۽ ان مليل معلومات ڪي ورڌي سيني ٻارن جي سامهون ورجائي.

(و) اوهان پنهنجي دوست ڏانهن اي ميل ڪريو ۽ ڪيس امتحاني نتيجي بابت ٻڌايو:

جواب:

15 جولائي 2022

حيدرآباد سنڌ

پيارا دوست عبدالودود پٽو صاحب

السلام عليڪم!

اميد ته اوهان خيريت سان هوندا (آمين)

احوال هن ريت آهي ته اسان جا ساليانا امتحان ٿي گذريا ۽ ان امتحان جو نتيجو به اچي ويو آهي. اوهان کي نتيجو ٻڌائڻ ۾ ڏاڍي خوشي ٿي رهي آهي جو مان پنهنجي ڪلاس ۾ پهريون نمبر آيو آهيان. نتيجي ملڻ وقت

اسڪول جي استادن به مون کيِ مبارڪباد ڏني ۽ هو ڏاڍا خوش ٿيا.

مان الله تعاليٰ جو گھڻو شڪر ادا ڪريان ٿو جو هن مون کي محنت ڪرڻ جي توفيق عطا ڪئي ۽ پهريون نمبر عطا ڪيو.

مان اهو وچن ٿو ڪريان تہ مان آئنده بہ سخت محنت ڪري اينڊڙ ڪلاس ۾ بہ پهريون نمبر حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس. (ان شاءَ الله تعاليٰ)

سلام سيني پائرن ۽ مٽ مائٽن کي ڏيندا.

والسلام

اوهان جو دوست

سجاد علي پٺو، حيدرآباد

**سرگرمي:**

اُستاد ٻارن کي اخبار مان ڪنهن خبر يا فيچر جو متن ڏئي لکڻ لاءِ چئي ۽ ان بابت ڪي اهم سوال بورڊ تي لکي، ٻارن کي انهن جا جواب لکڻ لاءِ چئي.

**ياد رکو تہ:**

- انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ جو ننڍو نالو (مخفف) آءِ ٽي (I.T) آهي.
- اِي ميل ائڊريس کي آءِ ڊي (I.D) چئبو آهي.



- ڪمپيوٽر جي ڳجهي ڪوڊ کي پاس ورڊ (Passward) چئبو آهي.
- اِي ميل ڪرڻ لاءِ ڪمپيوٽر ۽ انٽرنيٽ جي ضرورت پوي ٿي.

**استاد لاءِ هدايت:**

اُستاد، ٻارن کي مشق "و" حل ڪرڻ ۾ مدد ڪري ۽ اي ميل ڪرڻ جو عملي نمونو سيکاري.

## سبق ٻاويھون

# اسڪائوٽنگ ۽ گرل گائيڊ

### ❁ نوان لفظ ۽ انھن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
| --- | --- | --- | --- |
| ميڙ | گڏجاڻي، اجتماع | خلق | ماڻهو، عوام |
| نهايت | گهڻي، وڌيڪ | بين الاقوامي | پرڏيهي، سڀني ملڪن وچ ۾ |
| چيف اسڪائوٽ | وڏو اسڪائوٽ | تسلير | مڃيل، منظور، قبول |
| پتوڙڻ | ڪوشش ڪرڻ | تحريڪ | هلچل، جاکوڙ، جدوجهد |
| ضابطو | ڪنٽرول، قانون | چيف گائيڊ | وڏي گائيڊ ڪندڙ |
| رڌ پچاءُ | کاڌو پيتو | مهيا | گڏ ڪرڻ، ڏيڻ |
| هنر | فن، | تحريڪ | هلچل |



| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
| --- | --- | --- | --- |
| | ڪاريگري | | |
| چيف | اڳواڻ، وڏو، سردار | باني | بنياد وجهندڙ |
| | | امنگ | خواهش |
| دستڪاري | هٿ جو هنر | انسوسيئيشن | جماعت |
| اسڪائوٽ جمبوري | اسڪائوٽن جو ميلو | باڪردار | اخلاق وارو |
| ٻھواءِ اسڪائوٽ | چوڪرا اسڪائوٽ | خود اعتمادي | پاڻ تي ڀروسو |
| جٿو | ٽولي | ڪارائتو | فائدي وارو |
| فخر جوڳو | ساراهه ڪرڻ جهڙو | مفيد | فائديمند |
| ڪهل | رحم | | |
| مقبول | وڻندڙ | | |

### ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

اسڪائوٽنگ تحريڪ جو باني هڪ انگريز لارڊ بيڊن پاول هو. هن فوجي زندگيءَ ۾ هڪ ڪتاب "ايڊز ٽو اسڪائوٽنگ" لکيو هو. هي ڪتاب لکيو تہ فوجين لاءِ ويو هو، پر پوءِ اهو ٻارن ۾ وڌيڪ مقبول ٿيو. ٻارن جو جوش ۽ جذبو ڏسي، لارڊ بيڊن پاول 1907ع ۾ اسڪائوٽنگ جو

باقاعدي اعلان ڪيو.

1920ع ۾، سڄيءَ دنيا جي اسڪائوٽن جو پهريون بين الاقوامي ميڙ ٿيو. انهيءَ ميڙ ۾، لارڊ بيڊن پاول کي دنيا جو "چيف اسڪائوٽ" تسليم ڪيو ويو. سنڌس گهر واري به انهيءَ تحريڪ ۾ سائس گڏ هئي ۽ جڏهن گرل گائيڊ جي تحريڪ شروع ٿي ته ڪيس ان جو "چيف گائيڊ" چونڊيو ويو.

پاڪستان قائم ٿيڻ جو اعلان ٿيو ته ان وقت فرانس ۾ ڇهين عالمي اسڪائوٽ جمبوري ٿي رهي هئي. پهرين سيپٽمبر 1947ع تي گورنر جنرل هائوس ائسوسيئيشن ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو ويو. 22 ڊسمبر 1947ع تي گورنر جنرل هائوس ڪراچيءَ ۾ قائداعظم محمد علي جناح پاڪستان جي پهرئين چيف اسڪائوٽ جي عهدي جو قسر کنيو. اهڙيءَ ريت ملڪ جو سربراه ملڪ جو چيف اسڪائوٽ ۽ صوبائي گورنر، صوبي جو چيف اسڪائوٽ ٿيندو آهي. هن وقت به سنڌ سميت پوري ملڪ ۾ سرڪاري ۽ خانگي اسڪائوٽ گروپ موجود آهن. سنڌ ۾ خاص طور تي شاهه لطيف اسڪائوٽ گروپ هر سال شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي عرس تي پنهنجون خدمتون سرانجام ڏيندو آهي.



اسڪائوٽنگ وسيلي اسڪولي شاگردن ۽ شاگردياڻين کي سٺا شهري بنائڻ ۽ خلق جي خدمت لاءِ تيار ڪيو ويندو آهي. اسڪائوٽنگ ۽ گرل گائيڊ جا قاعدا ۽ قانون مقرر ٿيل آهن. جيڪي سڄيءَ دنيا جي ٻارن لاءِ هڪجهڙا آهن.

هن تحريڪ ۾ حصو وٺندڙن کي دستڪاري ۽ ٻيا هنر سيکاري، پنهنجي پاڻ ۽ ٻين لاءِ ڪارائتو بڻايو ويندو آهي. هنن کي باهه وسائڻ، ڪاٺو تيار ڪرڻ، ميدان سنوت ۾ آٿڻ، تنبو لڳائڻ ۽ ترت علاج ڪرڻ جي عملي سکيا پڻ ڏني ويندي آهي.

### ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 اسڪائوٽنگ تحريڪ جو باني ڪير هو؟**

جواب: اسڪائوٽنگ تحريڪ جو باني لارڊ بيڊن پاول هو.

**سوال نمبر:2 اسڪائوٽنگ جي نموني تي، ڇوڪرين لاءِ ڪهڙي تحريڪ آهي؟**

جواب: اسڪائوٽنگ جي نموني تي ڇوڪرين لاءِ تحريڪ گرل گائيڊ آهي.

سوال نمبر: 3 پاڪستان جو پهريون چيف اسڪائوٽ ڪير هو؟

جواب: پاڪستان جو پهريون چيف اسڪائوٽ قائداعظم محمد علي جناح هو.

سوال نمبر: 4 شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي عرس تي ڪهڙو اسڪائوٽ گروپ خدمتون سرانجام ڏيندو آهي؟

جواب: شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي عرس جي موقعي تي لطيف اسڪائوٽ گروپ خدمتون سرانجام ڏيندو آهي.

سوال نمبر: 5 اسڪائوٽ ۽ گرل گائيڊ جا مکيه مقصد ڪهڙا آهن؟

جواب: اسڪائوٽ ۽ گرل گائيڊ جا مکيه مقصد اسڪولي شاگردن ۽ شاگردياڻين کي سٺا شهري بڻائڻ ۽ خلق جي خدمت لاءِ تيار ڪيو ويندو آهي ۽ انهن جي اندر خود اعتمادي ۽ خدمت جو جذبو پيدا ڪرڻ آهي.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

مفيد _ باڪردار _ جٿو _ دستڪاري _ خود اعتمادي

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا.



| لفظ | جملن ۾ استعمال |
|---|---|
| مفيد | اسڪائوٽنگ جي تحريڪ عام ماڻهن لاءِ هڪ مفيد تحريڪ آهي. |
| باڪردار | قائداعظم هڪ باڪردار انسان هو. |
| جٿو | اسڪائوٽ جو پهريون جٿو 20 ڇوڪرن تي مشتمل هو. |
| دستڪاري | اسڪائوٽنگ ۾ دستڪاري پڻ سيکاريندا آهن. |
| خود اعتمادي | اسڪائوٽنگ جي ذريعي شاگردن ۽ نوجوانن ۾ خود اعتمادي پيدا ٿيندي آهي. |

(ج) احمد ۽ رشيده اسڪول ويندا آهن، آءٌ ۽ هوءَ حساب سکندا آهيون.

جواب: مٿين جملن ۾ پهرين نمبر جملي ۾ احمد ۽ رشيده ٻه اسم آهن. ٻئي جملي نمبر ٻئي ۾ آءٌ ۽ هوءَ ضمير آهن.

اهڙا لفظ جيڪي ٻن اسمن يا ٻن ضميرن کي ملائين ته اهڙن لفظن کي حرف جملو چئبو آهي.

پر _ جيتوڻيڪ _ ۽ ٻه حرف جملو آهن.

اوهان ٻه اهڙا پنج جملا هيٺ لکو.

جواب:

(i) احمد ۽ علي پاڻ ۾ سؤٽ آهن.

(ii) سليم ۽ ارشد راند کيڏن ٿا.

(iii) هن مون کي سڏيو پر آءٌ ڪونہ ويس.

(iV) مون هن کي ڀڏايو تہ تون هاڻي نہ اچجان.

(V) احمد اسڪول ويو ۽ سليم بازار ويو.

**(د) ٽپڪا ملائي تصوير ۾ رنگ ڀريو:**

**جواب:** استاد صاحب پنهنجي نگراني ۾ هي مشق ٻارن کي حل ڪرائي.

**(هہ) "ترت علاج" بابت ڪي بہ ڏهہ جملا لکو.**

**جواب:**

- ترت علاج جي معنيٰ آهي بروقت علاج ڪرڻ.
- ترت علاج لاءِ ڪجھ دوائون گهربل هونديون آهن.
- ڪن گهرن ۾ تہ ترت علاج جي دوائن جو هڪ



"باڪس" رکيل هوندو آهي.

- مريضن کي ڪنهن بہ ايمرجنسي جي صورت ۾ فرسٽ ايڊ طور علاج ڏنو ويندو آهي.
- پيٽ علاج ۾ زخمي ٿيڻ جي صورت ۾ رت وهڻ، ۾ سور ۽ مٿي ۾ سخت سور شامل آهي.
- خاص طور تي زخمين کي ملم پٽي ڪئي ويندي آهي تہ جيئن رت بيهجي وڃي.
- مريضن کي ڪنهن ويجهي اسپتال پهچائڻ لاءِ پوءِ بندوبست ڪيو ويندو آهي.
- ايمرجنسي اسپتال ۾ پهچائڻ کان پوءِ ڊاڪٽر کي طور آگاهي ڏني ويندي آهي.
- ڊاڪٽر جي مشوري سان فوراً دوائن جو بندوبست ڪيو ويندو آهي.
- مريض کي خاص طور تي آرام ڪرڻ جو چيو ويندو آهي.
- مٿيون سڀئي ڳالهيون "ترت علاج" ۾ اچي وڃن ٿيون.

## سبق ٽيويهون

# هرڻي ۽ سنڌس ٻچو

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| چري | ڪائي | چراگاهه | سائو ميدان، جانورن جي چاري لاءِ جاءِ |
| سانديئين | سنڀاليائين | خطرا | ڀؤ _ خوف _ ڏپ |
| ٽرنديون | خوش ٿينديون | پهاڙن | جبلن |
| پهرو | چوڪيدار | الڪو | ڪٽڪو |
| ماري | شڪاري | ڪوڪ | رڙ |
| مارو | شڪاري | گونج | آواز |

### ❁ بيتن جي سمجهاڻي ❁

چري پئي ڪا هرڻي چراگاهه ۾،
۽ سانديئين پئي ٻچڙو سدا ساهه ۾.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر علي دوست عاجز چوي ٿو ته هڪ سرسبز ميدان ۾ هڪ هرڻي گاهه چري رهي هئي ان جي حفاظت ۾ سنڌس پيارو ٻچڙو به گاهه پئي چريو.

ٿڌو پاڻي ۽ گاهه ساوا صفا،



خوشيون ئي خوشيون، خوف خطرا نه ها.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته هر طرف ساوا گاهه ۽ ٿڌي پاڻي جا چشما هئا. هر طرف رڳو خوشيون هيون ۽ ڪوبه ڊپ ڊاءُ نه هو.

اتي ٻيون به هرڻيون ڪي چرنديون هيون،
ٻچن سان گهمنديون ۽ ٽرنديون هيون.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته چراهه گاهه ۾ ٻيون به جام هرڻيون پنهنجن ٻچن سان اچي گاهه چرنديون هيون.

اتي ئي ننڍيون ٿي، وڏيون ٿيون هيون،
سنهيون سهڻيون اهڙيون جو وڻنديون هيون.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اهي هرڻيون انهي چراهه گاهه ۾ پلجي وڏيون ٿيون هيون ۽ سهڻيون سنهڙيون هرڻيون ڏاڍيون خوبصورت هيون.

پهاڙن جون چئني طرف چوٽيون،
نه هو الڪو، گهر جنهن مهل موٽيون.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته هرڻين کي اتي ڪوبه ڊپ ڊاءُ نه هو ڇاڪاڻ ته چئني پاسن کان جبلن جون قطارون هيون. هرڻيون بنا ڊپ ڊاءُ جي اتي پيون چرنديون هيون.

ٻچو ماءُ سان خوش ٿي ڪيڏڻ لڳو،
وڏو ٿيو تہ سمجھڻ ۽ سوچڻ لڳو.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ ٻچو ماءُ سان گڏ ڏاڍو خوش هو ۽ پيو ڪيڏندو هو. وڏو ٿيو تہ سمجھ ۽ عقل بہ اچي ويس.

"امان هي جبل ايڏا ڇو ٿا ٿين؟"
"ٻچا، هي اسان جو ٿا پهريو ڏين!"

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ ٻچي پنهنجي ماءُ کان پڇيو تہ امان هي جبل ايڏا وڏا ڇو آهن؟ ماءُ جواب ڏنس تہ ابا اهي اسان تي پهرو ڏيڻ لاءِ آهن.

ايئن نيٺ ڪنهن جي نظر وين لڳي،
پهاڙن ڏي هرڻيءَ جي اک وئي ڪڃي!

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ هرڻي ۽ سندس ٻچي کي جڻ تہ ڪنهن جي نظر لڳي وئي. هرڻي پهاڙن ڏانهن نهاريو.

انهيءَ مهل ماريءَ سڌي ڪئي بندوق،
پهاڙن گونجي وئي هڪڙي ڪوڪ!

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ شڪاري پنهنجي بندوق سڌي ڪري هڪ فائر ڪيو تہ جبلن ۾ هرڻي جي ٻچي جي هڪ رڙ گونجي.

ٻچو زخم کائي ۽ ڦٿڪڻ لڳو،



"ڪير ڏوهہ ڪهڙو!" هي سوچڻ لڳو.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ هرڻي جي ٻچي کي شڪاري جي گولي لڳي تہ هو زخمي ٿي ڪري پيو ۽ سوچڻ لڳو تہ منهنجو ڪهڙو ڏوهہ هو؟ شڪاري مون کي گولي ڇو هنئي؟

ڏڄي هرڻي هيڪر پري وئي هلي،
وري موٽي پنهنجي ٻچي تي پئي!

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ گولي جي ٺڪاءُ سان پهرين تہ هرڻي ڏڄي ٻچي کان پري ڀڄي وئي پر پوءِ موٽي اچي ٻچي جي مٿان پهتي.

"امان، هي جبل، جو سهارو هيو،
"انهيءَ ۾ تہ وينو ڪو مارو هيو!"

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ هرڻي جو زخمي ٻچو ماءُ کي چوي ٿو تہ امان جبل تہ اسان جو آسرو هو پر ان ۾ ڪو شڪاري اچي وينو هو.

ٻڌي هيءُ، هرڻي صفا وئي وڃي،
رُني، تڙپي ليڪن وڃي ڪيئن ڀڄي!

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ هرڻي پنهنجي زخمي ٻچڙي جي ڳالهہ ٻڌي تڙپي پئي ۽ روئڻ لڳي پر ٻچڙي کي اڪيلو ڇڏي ڪانہ وئي.

ايئن ئي وري ٻيو ٿيو هڪ ٺڪاءُ

ٻچي تي قربان وئي نيٺ ماءُ!

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته هڪ پيو نڪاءُ ٿيو ۽ هرڻي پنهنجي ٻچڙي تان قربان ٿي وئي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 هرڻي ۽ سندس ٻچو ڪٿي چري رهيا هئا؟**

جواب: هرڻي ۽ سندس ٻچو چراهه گاهه ۾ چري رهيا هئا.

**سوال نمبر:2 هرڻيءَ جي ٻچي ماءُ ڪان ڪهڙو سوال ڪيو؟**

جواب: هرڻي جي ٻچي ماءُ ڪان سوال ڪيو ته هي جبل ايڏا وڏا ڇو آهن؟

**سوال نمبر: 3 هرڻيءَ ٻچي کي ڪهڙو جواب ڏنو؟**

جواب: هرڻيءَ ٻچي کي جواب ڏنو ته هي جبل اسان جي پهري لاءِ آهن.

**سوال نمبر: 4 هرڻيءَ جو ٻچو ڏک لڳڻ ڪان پوءِ ڇا سوچڻ لڳو؟**

جواب: هرڻيءَ جو ٻچو زخمي ٿيڻ ڪان پوءِ سوچڻ



لڳو ته سندس ڪهڙو ڏوهه هو، ڪيس ڇو گولي هنئي وئي؟

**سوال نمبر: 5 نڪاءُ تي هرڻي پري وجي، وري ڇو موٽي آئي؟**

جواب: نڪاءُ تي هرڻي پري وجي ان ڪري موٽي آئي جو سندس ٻچو زخمي ٿي پيو هو.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

نڪاءُ _ پهاڙ _ خوشيون _ سنهڙيون

جواب:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| نڪاءُ | بندوق جي گولي وڏو نڪاءُ ڪندي آهي. |
| پهاڙ | پهاڙ ۾ شڪاري لڪيل هو. |
| خوشيون | عيد تي هر طرف خوشيون هونديون آهن. |
| سنهڙيون | هرڻيون سنهڙيون هونديون آهن. |

**(ج) هن نظم کي پڙهي ڪهاڻي پنهنجي جملن ۾ لکي ڏيکاريو.**

جواب: هڪ ڀيري هڪ هرڻي پنهنجي ٻچڙي سان هڪ چراگاهه ۾ گاهه چري رهي هئي ته سندس ٻچي ڪانئس پڇيو ته امان هي جبل ايڏا وڏا ڇو آهن. هرڻي جواب ڏنس ته اهي اسان تي پهرو پيا ڏين. ان ڪري وڏا آهن. ڪين خبر ڪانه هئي ته جبلن ۾ هڪ شڪاري لڪو وينو هو جنهن بندوق جا فائر ڪري ٻچي کي ماري وڌو هرڻي چاهي ها ته پنهنجي جان بچائي ڀڄي وڃي ها

پر ٻچي کي اڪيلو ڇڏي ڪونه وئي ۽ شڪاري ڪيس به فائر ڪري ماري ڇڏيو.

(د) هيٺ ڏنل شعر پڙهو.

اتي ٻيون به هرڻيون ڪي چرنديون هيون،
ٻچن ساڻ گهمنديون ۽ ٽرنديون هيون.

مٿئين ڏنل شعر ۾ "چرنديون" ۽ "ٽرنديون" هر قافيه لفظ آهن. جڏهن ته شعر ۾ استعمال ٿيل "هيون" لفظ رديف آهي.

اوهين هن نظم جي هيٺ ڏنل بند مان رديف ۽ هر قافيه لفظن جي چونڊ ڪريو:

ٻچو ماءُ سان خوش ٿي کيڏڻ لڳو،
وڏو ٿيو ته سمجهڻ ۽ سوچڻ لڳو.

**جواب:** کيڏڻ _ سوچڻ ۽ سمجهڻ هر قافيه لفظ آهن ۽ "لڳو" لفظ رديف آهي.

**(هه) "هرڻي ۽ سندس ٻچو" نظم مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟**

**جواب:** "هرڻي ۽ سندس ٻچو" نظم مان اسان کي جانورن تي ڪهل ڪرڻ جو سبق ملي ٿو.



## سبق چوويهون

# شهري رضاڪار

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| بدلو | عيوضو، اجورو، معاوضو | رڌل | مشغول، مصروف |
| مقابلو | ٽڪر، ٻيڙي، ويڙهه | انتظام | جوڙجڪ، بندوبست |
| اتفاقي | اوچتو، اچانڪ | واهر | مدد، امداد |
| آچيندو | پيش ڪندو | ترت | جلد، هڪدم |
| ڏکين | مشڪل، سخت | چوڪس | هوشيار، سجاڳ |
| سولائي | آساني، سهولت | اصولن | قاعدن، قانونن |
| سهارو | مدد، آسرو | ساراهه | واکاڻ، تعريف |
| سکيا | تربيت | هر وقت | هر دم، سدائين |
| جذبو | شوق، چاهه، ولولو | ڊپ | خوف، خطرو |
| اجورو | قيمت | ڏتڙيل | بي حال، غريب |
| پيچڪڙي | ٽوڙڻ | پهرو | نظر داري |
| مورچا | بچاءَ جون جايون | رضاڪار | بنا اجوري خدمت ڪرڻ وارو |

## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

شهري رضاڪار ملڪ جي بچاءُ، عام ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ اتفاقي حادثن جي وقت ڏکويلن جي مدد لاءِ پنهنجون خدمتون آڇيندو آهي. هو اها خدمت بنا ڪنهن پگهار يا لالچ جي ڪندو آهي. رضاڪارن جي مدد سان حڪومت پيش آيل ڏکين حالتن کي سولائيءَ سان منهن ڏئي سگهندي آهي. اهڙيءَ طرح ڏکويل ماڻهن کي به ترت سهارو ملي ويندو آهي. جنگ جي وقت به جڏهن فوج مورچا سنڀالي دشمن جو مقابلو ڪرڻ ۾ رڌل هوندي آهي. تڏهن شهري رضاڪار وري شهري انتظام رکڻ ۾ امن امان بحال ڪرڻ ۾ مشغول هوندا آهن. وڏن شهرن ۾ هوائي حملي جو ڊپ هوندو آهي. ان ڪري شهرن ۾ رضاڪار رات ڏينهن چوڪس رهندا آهن. رضاڪار تي پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪرڻ جو جذبو ساراهه لائق آهي.

### ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 شهري رضاڪار ڪنهن کي چئبو آهي؟**

**جواب:** شهري رضاڪار بنا اجوري خدمت ڪرڻ واري کي چئبو آهي.



**سوال نمبر:2 شهري رضاڪار حڪومت جي ڪهڙي طرح سان مدد ڪندا آهن؟**

**جواب:** شهري رضاڪار ملڪ جي بچاءُ، ڀلي جي ڪمن ۾ اتفاقي حادثن وقت بنا اجوري ماڻهن جي مدد ڪري حڪومت جي مدد ڪندا آهن.

**سوال نمبر:3 شهري رضاڪارن کي ڪهڙي سکيا ڏني ويندي آهي؟**

**جواب:** شهري رضاڪار باهه وسائڻ، ترت علاج ڪرڻ، ٽريفڪ کي سنڀالڻ جي سکيا وغيره ڏني ويندي آهي.

**سوال نمبر:4 جنگ جي زماني ۾ رضاڪار ڪهڙي خدمت ڪندا آهن؟**

**جواب:** جنگ جي زماني ۾ رضاڪار شهري انتظام ۽ امن امان بحال ڪرڻ جوڪم ڪندا آهن.

**سوال نمبر: 5 ٻوڏ جي وقت شهري رضاڪار ڪهڙو بندوبست ڪندا آهن؟**

**جواب:** ٻوڏ جي وقت شهري رضاڪار ماڻهن کي سلامتيءَ وارين جاين تي پهچائيندا آهن. ڪاڌي، ڪپڙي ۽ دوائن جو انتظام ڪندا آهن.

**سوال نمبر: 6 شهري رضاڪار جي زندگيءَ مان**

اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

جواب: شهري رضاڪار جي زندگيءَ مان اسان کي قوم ۽ ملڪ جي خدمت ڪرڻ جو جذبو ملي ٿو. اسان کي بہ گهرجي تہ اهڙي خدمت لاءِ هر وقت تيار رهون.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

رضاڪار _ واهر _ ترت _ مورچا _ چوڪس _ ڏتڙيل

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو.

جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| رضاڪار | هر مشڪل وقت يا آفت وقت رضاڪار حاضر ٿيندو آهي. |
| واهر | ڏکويلن جي واهر ڪرڻ عبادت آهي. |
| ترت | ترت علاج ڪرڻ هر ڪنهن کي سکڻ گهرجي. |
| مورچا | اسان جي پاڪ فوج دشمن جا مورچا تباهہ ڪري ڇڏيا. |
| چوڪس | جنگ ۾ رضاڪار چوڪس رهن ٿا. |
| ڏتڙيل | ٻوڏ ۾ ڏتڙيل ماڻهن جي مدد ڪرڻ گهرجي. |

(ج) زبر، زير ۽ پيش کي اعراب چئبو آهي. اعرابن جي مٽائڻ سان لفظ جي معنيٰ بہ مٽجي وڃي



ٿي. اوهان هيٺين لفظن جا اعراب بدلائي معنيٰ لکو.

جيئن: سِڪُ _ سِرَ _ رَسُ

جواب:

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| سِڪُ | سکڻ | سُڪُ | آرام، سڪون |
| سِرَ | سِرَ | سُرُ | ڳائڻ جو سُرُ. |
| رَسُ | ٻوڙ جي رس | رُسُ | ڪنهن ڳالهہ تي رُسڻ |

(د) هيٺ ڏنل خال ڀريو:

* رضاڪار جي معنيٰ ئي آهي بنا ............ خدمت ڪرڻ وارو

جواب: اجوري

* شهري رضاڪارن کي ............ ماڻهو سڪيا ڏيندا آهن.

جواب: تجربيڪار

* ٻوڏ توڙي زلزلي سبب ............ ماڻهن جي مدد ڪندا آهن.

جواب: شهري رضاڪار

* شاگردن جي انهيءَ ............ جو فائدو وٺندي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ اهڙا مرڪز قائم ڪيا پيا وڃن.

جواب: لاڙي

(هه) هيٺ ڏنل اصطلاحن جي سمجهاڻي لکو ۽ جُملن ۾ استعمال ڪريو:

* چوھ چنڊڻ * سٽ سٽڻ * ڪير ڪنڌ ٿيڻ

جواب

(i) چوھ چنڊڻ: ڪاوڙ جو اظهار ڪرڻ
اسلم پنهنجي ملازم تي چوھ چنڊيا.

(ii) سِٽ سِٽڻ: سازش ڪرڻ
دشمن منهنجي خلاف سِٽ سِٽي رهيو آهي.

(iii) ڪير ڪنڌ ٿي وڃڻ: صلح ڪري هڪ ٿي وڃڻ. پرچي وڃڻ
اسان جي پاڙي ۾ رهندڙ ٻه ڄڻا ڪير ڪنڌ ٿي ويا.



## سبق پنجويهون

# ڏندن جي اهميت

### نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ڏندئو | ڪرت / ڪم | گذران | گذر سفر |
| وسيلو | ذريعو | جوڳو | لائق |
| شمار | ڳڻپ | قديم | اڳاٽي |
| رائج | لاڳو | موروثي | وراثت ۾ ايندڙ |
| مشقت | سخت محنت | چند | ڪجهه |
| تعلق | واسطو | ڏنوڻ | هوا ڏيڻ وارو پڙ |
| چمٽي | لوھ جو ڪانٽو | سنداڻ | لوهي ٽڪر |
| گهوا منجيون | مٽ رکڻ جو فريم | پاچاريون | ڏاندن ٻڌڻ جو فريم |
| ڏانداريون | ڪندا ڪڍڻ لاءِ ڪاٺ جو اوزار | ڳوهڻ | ملڻ |
| پٺوڙو | ڳوهيل مٽي جو ڳوڙهو | مهارت | ڪاريگري |

| آوي | ٻني | نفيس | نازڪ |
|---|---|---|---|
| پـــوکي راهي | زراعت | اضافو | واڌارو |
| ريج | زمين کي پاڻي ڏيڻ | لاڀ | فائدو |
| ٽويا | ان مـاپي ڏيـڻ جو ٿانوءُ | چوٿايون | ان جو ماپو |
| پاٽيون | نڪر جا ٿالھ | هرلا | ڪٽا |
| واهولو | واڍي جو چلڻ جو اوزار | ٽپايون | ويهـــڻ لاءِ ڪرسي |
| پارا | مٽــيءَ جـــو ديگڙو | رندو | واڍي جو اوزار |
| ڪارائي | ڪاٺ ڪپڻ جو اوزار | رنبي | لوھ جو اوزار |
| معزز | عزت وارو | آڏاڻو | ڪپڙو اُڻڻ جي مشين |
| صـنعت ڪاري | ڪارخانا | احتياط | خبرداري، بچاءُ |
| مصروف | مشغول | | |



## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

ڌنڌو يا پيشو ماڻهوءَ جي زندگي جي گذران ڪرڻ جو وسيلو هوندو آهي. ڌنڌا هڪ نسل کان ٻئي نسل تائين جاري رهڻ ڪري موروثي بہ بڻيا تہ ذاتي طور تي سڃاڻپ بہ بڻجي ويا. جيئن لوهارڪو ڌنڌو ڪندڙ لوهار، واڍڪو ڪم ڪندڙ واڍو، سونارڪي ڌنڌي وارو سونارو، ڪورڪو يا ڪپڙي جي ڪور اُڻڻ جي ڪم ڪندڙ کي ڪوري ۽ موچڪي ڌنڌي وارو موچي سڏجڻ لڳو. اهي ڌنڌا ڪو بہ ذات وارو ڪري سگهي ٿو. هر هڪ ڌنڌو محنت ۽ مشقت سان ئي ڪامياب رهندو آهي.

**لوهارڪو ڌنڌو:** لوهارڪي ڌنڌي جو تعلق لوھ سان آهي. لوهار لوھ کي ڀٺيءَ ۾ گرم ڪري هٿوڙي سان ان کي ڪٽي شيون ٺاهيندو آهي. ڏاٽا، ڪهاڙيون، ڪٽيون، ترارون، ڪوڏرون، رنبا، رنبيون، واهولا، چيٽيون ۽ ٻيون بي شمار شيون ٺاهيندو آهي.

**واڍڪو ڌنڌو:** واڍو ڪاٺ مان ڪٽون، ڪٻٽ، در، دريون، گهڙا منجيون، هر، پاچاريون، ڏانداريون، ٽويا، پاٽيون، چوٿايون ۽ ڪاٺ جا هُرلا، سينگار جون ميزون، ڪرسيون ۽ ٽپايون بہ ٺاهيندو آهي.

**ڪنڀارڪو ڌنڌو:** ڪنڀارڪي ڌنڌي ڪندڙ کي ڪنڀر يا ڪنڀار سڏبو آهي. ڪنڀر چيڪي مٽي گوهي، ان

مان مختلف ٿانوَ ٺاهيندو آهي.

**سوناري ڪو ڌنڌو:** سون مان زيور ۽ هار سينگار جون شيون تيار ڪيون وينديون آهن. اهڙي ڪاريگر کي سونارو سڏبو آهي.

**هارپو:** هاري ڪڻڪ، جُوئر، ساريون، ڪمنڊ، ڪپهه، سرنهن، توريو، پاجيون ۽ ٻيا ڪيترائي فصل پوکي ملڪ جي پيداوار ۾ اضافو ڪندو آهي.

**ڪورڪو ڌنڌو:** ڪورڪو ڌنڌو ڪپڙي اُڻڻ جو ڌنڌو آهي. ڪپڙو اُڻڻ وارو ڪوري سڏبو آهي. ان کان علاوه موچڪو. مهاڻڪو ڌنڌو يا مڇي مارڻ جي ڪرت، حجامڪو، ڪٺيءَ جو يا ڏوبڪو، واڍ وٽڻ ۽ ٻيا بہ اهڙا ڪيترائي معزز ڌنڌا آهن. انهن ڌنڌن جي ذريعي ماڻهو روزي ڪمائي گهر جو گذر سفر ڪن ٿا.

اڄڪلهہ هر ڌنڌي ۾ مشينريءَ جو استعمال ٿي رهيو آهي، جنهن ڪري وقت، محنت ۽ پئسي جي گهٽي بچت ٿي رهي آهي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

سوال نمبر:1 لوهار ڇا ٺاهيندو آهي؟

جواب: لوهار لوهہ جون شيون ٺاهيندو آهي.



**سوال نمبر:2 واڍي جا ڪهڙا اوزار آهن؟**

جواب: واهولو، ڪارائي، رندو، رنبي، گرمٽ ۽ سيرائي واڍي جا اوزار آهن.

**سوال نمبر:3 آوي ڇا آهي؟**

جواب: آوي ٻني جو هڪ قسم آهي جنهن ۾ ڪنڀار ٿانوَ پچائيندو آهي.

**سوال نمبر:4 سوناري ۽ لوهار جي ڌنڌي ۾ ڪهڙو فرق آهي؟**

جواب: سونارو سون مان زيور ۽ لوهار لوهہ مان شيون ٺاهيندو آهي.

**سوال نمبر:5 آڏاڻو ڇا کي چئبو آهي؟**

جواب: آڏاڻو ڪپڙو اڻڻ جي مشين آهي.

**سوال نمبر: 6 ڪتاب ۾ ڄاڻايل ڌنڌن کان سواءِ ڪن ٻين ڌنڌن جا نالا ٻڌايو.**

جواب: ڊاڪٽر، استاد، ڊرائيور، انجنيئر بہ هڪ قسم جا ڌنڌا آهن.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

معزز ـ آڏاڻو ـ صنعتڪاري ـ رائج ـ آوي ـ موروثي ـ مهارت

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾

ڏسو ۽ جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| لفظ | جملا |
|---|---|
| معزز | استاد معاشري جو هڪ معزز فرد آهي. |
| آڏاڻو | هن دور ۾ آڏاڻو گهٽ استعمال ٿئي ٿو. |
| صنعتڪاري | اسان جي ملڪ ۾ صنعتڪاري وڌي رهي آهي. |
| رائج | اسان جي ملڪ ۾ جمهوري نظام رائج آهي. |
| آوي | ڪنڀار آويءَ ۾ ٿانو پچائيندو آهي. |
| موروثي | عام طور تي ڌنڌا موروثي هوندا آهن. |
| مهارت | هر ڪاريگر کي پنهنجي پنهنجي مهارت هوندي آهي. |

(ج) مهاڻي جي ڪرت بابت ڪي ٻه ڏهه جملا لکو.

- ❖ مڇي مارڻ واري کي مهاڻو چئبو آهي.
- ❖ هو سمنڊ يا درياءَ مان سڄو ڏينهن مڇي ماري بازار ۾ وڪرو ڪندو آهي.
- ❖ مهاڻي جي روزگار جو بنياد مڇي مارڻ آهي.
- ❖ مهاڻي کي ڪڏهن گهٽيون ته ڪڏهن توريون ۽ ڪڏهن ته ڪجهه به مڇي نه ملي سگهندي آهي.
- ❖ مهاڻي جو گذران سخت محنت ڪان پوءِ به مشڪل سان ٿيندو آهي.



- ❖ پر تڏهن به مهاڻو پنهنجي ڪرت مان ڏاڍو خوش هوندو آهي.
- ❖ ڪنهن مهاڻي وٽ ته وڏا ڄار هوندا آهن ته ڪن کي وري ننڍيون ڄاريون هونديون آهن.
- ❖ مهاڻي جي هن محنت واري پورهي ۾ الله تعاليٰ برڪت عطا ڪري.
- ❖ مهاڻي جي ڪري خلق مڇي جهڙي الله تعاليٰ جي عظيم نعمت کي استعمال ڪندي خوش ٿيندي آهي.
- ❖ ٻارؤ! ڊاڪٽرن جي قول مطابق هفتي ۾ هڪ يا ٻه دفعا ڪاڏي ۾ مڇي ضرور استعمال ڪندا ڪريو.

(د) هيٺ ڏنل ٻيهڪ جون نشانيون ڏسو:

| | | |
|---|---|---|
| (i) | پورو دم | (.) |
| (ii) | ٿورو دم | (،) |
| (iii) | دم | (:) |
| (iv) | اڌ دم | (؛) |
| (V) | سوال جي نشاني | (؟) |
| (vi) | عجب جي نشاني | (!) |
| (vii) | واڪ جون نشانيون | " " |
| (viii) | ڏنگيون | ( ) |

* استاد ٻارن کي ٻيهڪ جون مڪيه نشانيون جملن ۾ استعمال ڪرڻ سيکاري.

جواب:

(i) مان اسڪول ويندس.

جواب: (.) پورو دم

(ii) بابا صوف، ڪيلا ۽ زيتون آندا.

جواب: (،) ٿورو دم

(iii) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

جواب: (:) دم

(iv) منير کي چيو: ”منهنجو ڪتاب ڪنهن ڪنيو آهي؟“

جواب: (؛) اڌ دم

(v) تنهنجو نالو ڇا آهي؟

جواب: (؟) سوال جي نشاني

(vi) مار! هيڏو وڏو نانگ آهي.

جواب: (!) عجب جي نشاني

(vii) عمارتن کي ”اڏاوت جو معجزو“ ڇو چيو ويو آهي.

جواب: ” “ واک جو نشانيون

(viii) هر ماڻهو پنهنجي ڏوهه (۽ جرم) جو خود ذميوار آهي.

جواب: ( ) ڏنگيون

(هه) اهڙا اسم جن کي ڏسي، ڇُهي يا چکي نه سگهجي پر فقط محسوس ڪري سگهجي اهي ”اسم



ذات“ آهن.

الله تعاليٰ جو نالو اسم ذات آهي.

جيئن: * ڏاهپ به هڪ ذات آهي.

* مِنائيءَ ۾ ڏاڍو ميناج آهي.

* سچائي سُٺو گڻ آهي.

**(و) هيٺ ڏنل جملا پڙهو ۽ سمجهو:**

(i) ها بار راند ڪيڏي پوءِ گهر موٽي آيا. (هاڪاري جملو)

(ii) اُهي ڪراچي نه پر سکر ٿا وڃن. (ناڪاري جملو)

(iii) ڇا اسلم ۽ منٺار راند ڪيڏن ٿا؟ (سواليه جملو)

(iv) مار! ٻوڏ جو ايڏو پاڻي مون اڳ نه ڏٺو. (عجبي جملو)

**(ز) هيٺيان خال پريو:**

(الف) هر ڏنڌو معزز ۽ ................ جوڳو ٿئي ٿو.

جواب: احترام

(ب) محنت هر ڌنڌي ۾ ................ وجهي ٿي.

جواب: برڪت

(ج) لوهار اول لوهه ................ ڪندو آهي.

جواب: گرم

(د) ڪنيارڪي ڌنڌي ڪندڙ کي ................ سڏبو آهي.

جواب: ڪنير يا ڪنيار

# سبق چويهون

## سُر سارنگ (بيت)

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| آگم | جهڙ | انگ | نشان |
| پسڻ | ڏسڻ | سيٽن | مٽن مائٽن، پيارن |
| سارنگ | مينهن | ڪيهان | رڙيون |
| مينهان | مينهن ۾ | بادل | جهڙ |
| نينهان | پيار، منجهان | سانوڻ | اونهارو |
| جوءِ | ڌرتي / ملڪ | جماندر | ڄمار، عمر، حياتي |
| رنگ رچن | خوشيون ٿين | سهسين | هزارين |
| سنگهار | مالوند، مارو | سار | سنڀال، يادگيري |

### ❁ بيتن جي سمجهاڻي ❁

آگم اِيءَ نہ انگ، جهڙو پسڻ پرينءَ جو،
سيٽن ريءَ سيد چئي، روح نہ رچن رنگ،
سهسين ٿيا سارنگ، جاني آيو جوءِ ۾.

**سمجهاڻي:** هن بيت ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ؒ فرمائي ٿو تہ جهڙ ايترو خوبصورت نہ آهي جيترو سندس محبوب آهي. محبوبن کان سواءِ روح کي مينهوڳي جي مند مزو نٿي ڏئي.



جڏهن دل گهريو دوست ايندو تہ ڇڻ هزارين مينهن وسي پوندا.

مينهان ۽ نينهان، ٻيئي اڪر هيڪڙي،
جي وسڻ جا ويس ڪري، تہ ڪڪر ڪن ڪيهان،
بادل ٿي بيهان، جي آگم اچڻ جا ڪرين.

**سمجهاڻي:** هن بيت ۾ شاهہ صاحب چوي ٿو تہ مينهن ۽ نينهن ٻئي هڪ ئي معنيٰ وارا اکر آهن. جڏهن مينهن وسڻ وارو ٿئي ٿو تہ ڪڪر ريهون ڪن ٿا. اهڙي طرح اي پرين! جي تون اچڻ جي ڪرين تہ آئون بہ ڪڪر ٿي بيهان.

آگر ڪيو اچن، سجڻ سانوڻ مينهن جئن،
پاسي تن وسن، جي سڀ ڄماندر سڪيا.

**سمجهاڻي:** هن بيت ۾ شاهہ سائين چوي ٿو تہ محبوب سانوڻ جي مينهن وانگر جهڙ لايون ٿا اچن ۽ وچن بہ اوڏانهن ٿا جيڪي سندن لاءِ سڪايل آهن.

### ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

سوال نمبر:1 سارنگ مان ڇا مراد آهي؟

جواب: سارنگ مان مراد برسات آهي.

سوال نمبر:2 سهسين سارنگ ڪڏهن ٿيندا آهن؟

جواب: سهسين سارنگ ان وقت ٿيندا آهن جڏهن دل گهريو دوست ايندو آهي.

**سوال نمبر:3 هنن بيتن ۾ شاعر ڪهڙو منظر چٽي ٿو؟**

جواب: هنن بيتن ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح سانوڻ جي مينهن وسائڻ لاءِ ايندڙ جهڙ ۽ ڪڪرن جي اچڻ جو منظر پيش ڪري ٿو.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڏسي لکو.**

پسڻ _ سيڻن سهسين _ ڪيهان _ ڇماندر

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو.

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا هم قافيه يا هم آواز لفظ لکو.**

| | | | |
|---|---|---|---|
| جيئن: | مينهان | _ | نينهان |
| جواب: | اچن | _ | رچن |
| | انگ | _ | رنگ |
| | بيهان | _ | ڪيهان |

**(د) مينهن پوڻ کان پوءِ منظر پنهنجي لفظن ۾ بيان ڪريو.**

جواب: مينهن پوڻ کان پوءِ ڳوٺ ۽ شهر جي آس پاس گهمڻ لاءِ نڪرجي ته عجيب نظارو پيو محسوس



ٿيندو. وڻ ٽڻ ڌوتل صاف نظر ايندا. پاڻيءَ جو مٿانهين کان هيٺ ترائين ڏانهن ڪرڻ ڪري گوڙ جو آواز به وڻندڙ هوندو آهي. برسات به حد اندر پوڻ سٺي لڳندي آهي. گهڻي برسات پوڻ ڪري نه صرف فصلن کي نقصان رسي ٿو پر ساڳئي وقت دريائن ۽ واهن ۾ پاڻي پرجي وڃڻ ڪري ٻوڏ جو به خطرو ٿئي ٿو ۽ ڀراڙي جي ڪچن گهرن جي ڊهڻ ۽ ڪرڻ جو خطرو محسوس ٿيندو آهي.

مينهن جي موسم ۾ پکي پکڻ به خوش ٿي مٺڙيون ٻوليون ٻولين ٿا. هر طرف هڪ خاص هٻڪار پکڙجي وڃي ٿي. ماڻهو درياهه ۽ سمنڊ جي ڪناري تي وڃي موسم جو مزو ماڻيندا آهن.

**(هه) ڏنل بيت کي ڪلاس ۾ سُر ۽ لئه سان پڙهو.**

جواب: استاد صاحب ٻارن کي هي بيت ياد ڪرائي ۽ پوءِ ڳڏجي سُر ۽ لئه سان پڙهڻ لاءِ چوي.

**(و) ڏنل بيت جو مرڪزي خيال بيان ڪريو.**

جواب: هن بيت جو مرڪزي خيال مينهن جي پوڻ کان اڳ جو منظر بيان ڪرڻ آهي.

(ز) ڏنل تصويرن کي غور سان ڏسو ۽ مختصر آکاڻي لکو.

جواب: ساڄي پاسي واري تصوير ۾ ٽي ٻار آهن ٻن کي مينهن کان بچڻ لاءِ ڇٽيون آهن هڪ ڇوڪرو مينهن وسندي فوٽ بال کيڏي رهيو هو. سو اچانڪ ترڪي پيو. ٻار مٿس مسڪرائين ٿا ۽ ٽينگ ٽپا ڏئي رهيا آهن.

کابي پاسي واري تصوير مينهن کان پوءِ جي آهي. گهٽي مينهن وسڻ جي ڪري رستي تي پاڻي جمع ٿي ويو آهي. ٻار ڪاغذ جون ٻيڙيون ٺاهي ان ۾ تارين ٿا. ٻيا ٻار مينهن کان پوءِ ڏاڍو خوش نظر اچي رهيا آهن.

(ح) مينهن جي منظر تي مختصر مضمون لکو.

جواب: مينهن جي منظر ڏاڍي وڻندڙ هوندي آهي. گرمي جي سختيءَ کان پوءِ جڏهن مينهن وسڻ شروع ٿيندو آهي تہ نہ صرف ماڻهو بلڪ جانور بہ خوشي



محسوس ڪندا آهن. زور دار مينهن وسڻ ڪري جاين ۽ ڇتين جو پاڻي نيسارن ذريعي وهڻ لڳندو آهي. گهٽين جي نالين مان پاڻي وهڻ جو شور ٻڌڻ ۾ ايندو آهي. ۽ پاڻي جو رستن تي وهڻ هڪ سهڻو نظارو پيش ڪندو آهي.

ان موقعي تي اڪثر ننڍيا ٻار گوڏ ۽ گنجيءَ ۾ مينهن مان وهنجڻ جو مزو وٺندا آهن ۽ گرمي جي ماريل بدن تي جڏهن مينهن جا ٿڌڙا ڦڙا ڪرندا آهن تہ هڪ عجيب فرحت محسوس ٿيندي آهي.

مينهن الله تعاليٰ جي رحمت آهي ۽ اهو خاص طور تي انهن علائقن لاءِ هڪ عظيم نعمت آهي جتي جي آبادي ۽ پيئڻ جي پاڻي جو گهڻو تڻو دارومدار برسات تي آهي. جهڙوڪ سنڌ جا جابلو، ٿر ۽ ڪاڇي وارا علائقا جن جي آباديءَ ۽ پيئڻ جي پاڻي جو دارومدار مينهن جي پاڻي تي هوندو آهي. مينهن وسڻ ڪري ميداني علائقن ۾ تمام سهتا گاهه ڦٽندا آهن. جنهن ڪري مال متاع بہ خوش رهندو آهي.

(ط) استعارو معنيٰ "اڌارو وٺڻ". اهڙا لفظ جيڪي تشبيهہ بدران سڌو سنئون استعمال ٿين انهن کي "استعارو" سڏجي ٿو.

جيئن:

هُو شينهن آهي

مٿئين جملي ۾ ”شِينهن“ لفظ ”استعاري“ طور استعمال ٿيل آهي. اوهان هيٺ ڏنل جملن مان استعاري وارا لفظ چونڊي لکو.

(i) تون چنڊ آهين.

جواب: چنڊ

(ii) هيءَ ٻارڙو گلاب جو گل آهي.

جواب: گلاب جو گل



# سبق ستاويهون

# دودو سومرو

## ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| سورهيه | بهادر | سورمن | بهادرن |
| سَٽُ | طاقت | تابع | هٿ هيٺ |
| گهمسان | گوڙ، شور | آجو | آزاد |
| تعلق | واسطو | ٽاڪوڙو وجهڻ | پڇائي ڪيڻ |
| خودمختياري | پنهنجي حڪمراني | سپوت | سلڇڻو پُٽ |
| عرصو | وقت | گهراڻي | خاندان |
| سلطنت | حڪومت | | |

## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

سنڌ ڌرتي تي گهڻائي بهادر ماڻهو پيدا ٿيا آهن، تن ۾ دودو سومرو به هڪ مشهور حاڪم ٿي گذريو آهي. جنهن جو داستان اڄ به ڳائجي ٿو.

سومرن سنڌ تي ٽن ڪان به وڌيڪ صديون بادشاهي ڪئي، دودي سومري جي دؤر ۾ دهلي سلطنت سومرن کي پنهنجي طابع ڪرڻ لاءِ سنڌ تي ڪاهه ڪئي. دودي سومري

اڳتي وڌي دشمن جي لشڪر سان مقابلو ڪيو ۽ دشمن جي فوج ۾ ڏاڪوڙو وجهي ڇڏيو. هن گهمسان جي جنگ ۾ دودو سومرو وڙهندي وڙهندي شهيد ٿي ويو.

سنڌ جي خود مختياري کي بچائڻ لاءِ دودي اهڙي بهادري ڏيکاري جو سندس نالو اڄ تائين هيو ڳائجي. سنڌ ۾ اڄ بہ اها چوڻي مشهور آهي تہ "مڙس تہ ڪو دودو آهين!"

دودي سنڌ جي ننگن ۽ دنگن تان سر ڏئي شهادت ماڻي هئي، ان ڪري سنڌ جا ماڻهو اڄ بہ هن سورهيہ سپوت جو نالو پنهنجن پٽن تي رکڻ ۾ فخر محسوس ڪندا آهن.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 سنڌ تي سومرن گهڻو عرصو حڪومت ڪئي؟**

جواب: سومرن سنڌ تي ٽن صدين کان بہ وڌيڪ عرصو حڪومت ڪئي.

**سوال نمبر:2 سومرن جي گهراڻي ۾ ڪهڙا مشهور حاڪم ٿي گذريا آهن؟**

جواب: سومرن جي گهراڻي ۾ پونگر، عمر، همون



ٻائي، دودو سومرو، تارا ٻائي، عمر سومرو ۽ همير سومرو مشهور حاڪم ٿي گذريا آهن.

**سوال نمبر:3 دودي سومري بابت سنڌ ۾ ڪهڙي چوڻي مشهور آهي؟**

جواب: دودي سومري بابت هي چوڻي مشهور آهي تہ: "مڙس تہ ڪو دودو آهين!"

**سوال نمبر:4 سومرن کان اڳ سنڌ ۾ ڪنهن جي حڪومت هئي؟**

جواب: سومرن کان اڳ سنڌ ۾ عربن جي حڪومت هئي.

**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

سورهيہ _ سلطنت _ سومرن _ سست _ تابع _ گهمسان

**جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا**

| لفظ | جملا |
|---|---|
| سورهيہ | سنڌ جي تاريخ ۾ ڪيترائي سورهيہ ۽ بهادر انسان پيدا ٿيا آهن. |

| | |
|---|---|
| سلطنت | سومرن کي مطيع ڪرڻ لاءِ دهلي سلطنت حملي جي تياري ڪئي. |
| سورمن | سنڌ جي ڪيترن ئي سورمن سنڌ تي جان فدا ڪئي آهي. |
| سَٽُ | اسان جي قوم رت ست ڏئي ملڪ جي ترقيءَ لاءِ جاکوڙي رهي آهي. |
| تابع | سنڌ جي ماڻهن کي تابع ڪرڻ لاءِ دهلي سلطنت دودي خلاف ڪاروائي ڪئي. |
| گهمسان | سنڌ ۾ گهمسان جي جنگ لڳي. |

(ج) هيٺ ڏنل جُملا ڌيان سان پڙهو:

1. ساجن سياڻي سکر ويندو.

2. ٻار آهستي آهستي هلي ٿو.

مٿي ڏنل جُملن ۾ ليڪ ڏنل لفظ "ظرف" آهن. اوهين هيٺ ڏنل جُملن مان جڳهه، وقت، ريت، قدر، هاڪار ۽ ناڪار جي معنيٰ ڏيندڙ لفظ چونڊي لکو.

(i) اسلم هيٺ بيٺو آهي.

جواب: هيٺ (جڳهه)

(ii) اهي راند ڪو نه ٿا ڪيڏن.

جواب: ڪونه (ناڪار)

(iii) هائو آءٌ سبق پڙهان ٿو.



جواب: هائو (هاڪار)

(iv) تو ڪالهه سبق لکيو.

جواب: ڪالهه (وقت)

(د) اسم جا ٻه عدد آهن. جيئن: لٺ مان لٺيون هيٺ ڏنل واحد لفظن جا جمع ٺاهيو.

گِهٽي: گهٽيون    صدي: صديون

جنگ: جنگيون    سَچي: سچيون

(هـ) دودي کان سواءِ سنڌ جا ڪيترا سُورما ۽ سُورميون آهن، انهن مان ڪن ٻه ٽن جا نالا لکو.

جواب: (i) دولهه دريا خان

(ii) هوشو سيدي

(iii) مخدوم بلاول

## سبق اٺاويهون

# تِمر جا ٻيلا

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| جهڳٽا | ميڙ | وڳ | ڌڻ، ولر |
| ايراضي | پکيڙ | موزون | مناسب |
| هٽرادو | هٽ سان | چاهه | شوق |
| چوڙ | آخر _ ڊنگ | ڪارائتو | فائدي وارو |
| بيضا | آنا | گدلاڻ | ميراڻ |
| لڙهي | وهي | ڪمائتا | ڪمائي وارا |
| پناهگاهه | پناهه جي جاءِ | اُجڙي | برباد، تباهه |
| هاڃيڪار | نقصانڪار | ناس | ختم |
| لهرون | ويرون | مفيد | فائديمند |
| ڳاٽيتو | شمار | | |

### ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

قدرت جي طرفان ٻيلا بہ هڪ وڏي نعمت آهي. ٻيلن جي ڪري اسان کي گهڻائي فائدا حاصل ٿيندا آهن. هڪ تہ قدرتي ٻيلا ٿيندا آهن، جيڪي برسات جي پاڻي تي وڌندا



آهن. ٻيو هٿرادو پوکي واهن جي پاڻيءَ تي خاص سارسنڀال هيٺ رکيا ويندا آهن.

عربي سمنڊ جي ڪناري سان هڪ خاص قسم جي وڻن جا ٻيلا ٿين ٿا. جن کي "تمر" چئبو آهي. اهي ٻيلا سنڌ جي ڏاکڻي حصي ۾ ٿين ٿا ۽ اهي ٻيلا قدرتي طور تي ٿين ٿا. تمر جو وڻ گهاٽو ٿئي ٿو. ان جا پن سنها ۽ قد ۾ ڪِرڙ جي وڻ جيترو ٿئي ٿو. تمر جو وڻ مڇيءَ جي واڌ ويجهہ لاءِ نهايت ضروري آهي، هنن وڻن ۾ سامونڊي مڇيءَ جا آنا لڙهي ايندا آهن، اتي ئي ٻچن جي صورت وٺي وڌن ٿا. هي وڻ ننڍين مڇين ۽ جهينگن جي وڏي پناهہ گاهہ آهي. تمر جا پن مڇين جو وڻندڙ کاڌو آهي. اُٺ بہ تمر جون ٽاريون وڏي چاهہ سان کائيندو آهي.

هينئر درياءَ ۾ پاڻي جي قدرتي کوٽ ۽ برسات نہ پوڻ ڪري تمر جا ٻيلا سڪڻ شروع ٿي ويا آهن. جيڪڏهن پاڻي جي اها کوٽ برقرار رهي، تہ هي تاريخي ۽ ڪمائتا ٻيلا اجڙي ناس ٿي ويندا.

تمر جي ضرورت کي محسوس ڪندي سنڌ سرڪار ڏيڍ لک تمر جا ٻوٽا لڳائڻ جي رٿا جوڙي آهي، جنهن سان انهن ٻيلن جي واڌ ويجهہ ٿيندي رهندي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 پيلو ڇا کي چئبو آهي؟**

جواب: زمين جي وڏي ايراضي تي پکڙيل وڻن جي جهڳٽن کي پيلو چئبو آهي.

**سوال نمبر:2 تمر ڇا آهي؟**

جواب: سمنڊ جي پاڻيءَ ۽ ڪناري واريءَ زمين تي قدرتي طور پيدا ٿيندڙ وڻن کي تمر چئبو آهي.

**سوال نمبر:3 تمر سنڌ ۾ ڪهڙي هنڌ ٿئي ٿو؟**

جواب: تمر سنڌ جي ڏاکڻي حصي ۾ ٿين ٿا. ان کان علاوه سنڌو درياءَ جي ڇوڙ وٽ، کاري ڇاڻ ۽ سامونڊي ڪناري تي زمين ۽ نندي پاڻيءَ ۾ به ٿين ٿا.

**سوال نمبر: 4 تمر جي ٻيلن جا ڪهڙا فائدا آهن؟**

جواب: تمر جي ٻيلن ۾ مڇي جا بيضا لڙهي اچي، اتي ئي ٻچن جي صورت ۾ وڌن ٿا. اهي ٻيلا ننڍن مڇين ۽ جهينگن جي وڏي پناهه گاهه آهي، ان کان علاوه تمر جي ڪاٺيءَ کي اتان جا رهندڙ مهاڻا باهه ٻارڻ لاءِ ڪم آڻيندا آهن ۽ ان جي ذريعي آسپاس جا ماڻهو پنهنجا گهر پڻ اڏيندا آهن.



**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

جهڳٽا _ لهرون _ ڳاٽيٽو _ وڳ _ اجڙي

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| لفظ | جملا |
|---|---|
| جهڳٽا | وڏي ايراضي تي پکڙيل وڻن جي جهڳٽي کي ٻيلو چئبو آهي. |
| لهرون | سامونڊي لهرن ۾ مڇين جا بيضا لڙهي ويندا آهن. |
| ڳاٽيٽو | تمر جي ڪاٺيءَ جو ڳاٽيٽو عمارتي ڪاٺ ۾ نٿو ٿئي. |
| وڳ | جت اُنن جا وڏا وڳ وٺي ويندا آهن. |
| اُجڙي | پاڻي جي کوٽ سبب تمر جا ٻيلا اجڙي ناس ٿي ويندا. |

**(ج) اوهين اسڪول ۾ ٿيندڙ ڪهڙين ڪهڙين هم نصابي سرگرمين ۾ حصو وٺندا آهيو؟ انهن جو احوال لکو.**

جواب: استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي.

**(د) وڻن پوکڻ جي اهميت بابت پنهنجي ڪلاس ۾ پنجن منٽن جي تقرير ڪريو.**

جواب: استاد صاحب ٻارن کي تقرير لکي ڏئي پوءِ ڪنهن ٻار کي ان جي تياري ڪرائي. اهو شاگرد اها تقرير ٻارن جي اڳيان بيهي ڪري.

**(هه) هيٺين لفظن جا مؤنث لکو:**

| مذکر | مؤنث | مذکر | مؤنث |
|---|---|---|---|
| اُٺ | ڏاچي، اُٺڙي | ڊِلو | ڊِلي |
| نِينگرُ | نينگري | شاگرد | شاگرديائي |

**(و) ٻيلن جي اهميت تي مختصر نوٽ لکو:**

جواب: ٻيلا قدرت جي طرفان هڪ وڏي نعمت آهن، ٻيلن مان اسان کي ماکي ۽ ڪوئنر بہ حاصل ٿئي ٿي. ٻيلن جي ڪري علائقي ۾ ساوڪ رهي ٿي، جنهن ڪري اتان جي آبهوا تمام سٺي ۽ فرحت بخش رهي ٿي.

**(ز) هيٺ ڏنل خال ڀريو.**

(الف) ٽِمر جي وڻن ۾ ............ ۽ ............ جي واڌ ويجهہ ٿئي ٿي.

جواب: مڇين _ جهينگن



(ب) جهينگي کي ............ ۽ ............ بہ چئبو آهي.

جواب: سانو _ گهانگهٽ

(ج) ٽِمر جو ڪاٺ ............ ۽ ............ جي ڪتب ايندو آهي.

جواب: ٻارڻ _ مهاڻن

## سبق اوڻٽيهون

# لوڻ جي آتم ڪهاڻي

### ❁ نوان لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
| --- | --- | --- | --- |
| هرڪو | سيڪو، هرهڪ | پڪ | يقين |
| طعام | ڪاڌو، خوراڪ، غذا | وڏائي | تڪبر، هَٺ، غرور، ڪبريائي |
| اڻلڀ | ناياب، نہ ملندڙ | هڪيو | حاضر، موجود |
| ماڻو | انگل، نخرو، ناز | ظاهر | پڌرو، ڏسڻ ۾ ايندڙ |
| مُلهہ | قيمت، اگهہ | ڪتب | ڪم آڻڻ |
| امير | شاهوڪار، دولتمند | بدبوءِ | بانس، خراب بوءِ |
| غريب | مسڪين، ابوجهہ | ڪمائتو | ڪارائتو |
| ڄاڻو | سمجهو، عقلمند | ضرورت | گهرج، حاجت |
| ڪهاڻي | آکاڻي، قصو | ڏکوئيل | آزاريل، ايذايل |
| ڪشالا | تڪليفون | دربدر | ڀٽڪندڙ |
| مهلت | موقعو | اهميت | ضرورت، قدر |



| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
| --- | --- | --- | --- |
| اچرج | حيرت | ماشاءَ الله | جو الله تعاليٰ گهريو |
| مخاطب ٿيڻ | گفتگو ڪرڻ | ونءُ ويندڙ | پرڻي ٿيندڙ |
| قبيلو | خاندان، ڪٽنب | مان | عزت، شان |
| ڀلائي | مهرباني، نيڪي | آرام | راحت |
| هروڀرو | اجايو | فرحت | سڪون |
| ڪنو | خراب | سواد | ذائقو، مزو |
| چَٽ | ختم، برباد، ناس | | |

### ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

مون کي هر ڪو سڃاڻي، آءٌ ڪنهن کي ڪين سڃاڻان. هر گهر ۾ منهنجو استعمال ٿئي ٿو. هر ڪاڏو مون کانسواءِ بي سوادي آهي. مون کي لوڻ چوندا آهن. هر وقت ۽ هر هنڌ هڪيو تڪيو حاضر آهيان. امير توڙي غريب جي هڪجهڙي خدمت ڪريان ٿو. ايئن نہ ڄاڻان تہ آءٌ ڪو اڪيلو آهيان. وڏي قبيلي وارو آهيان. آءٌ سمنڊ ۾ رهان ٿو. مون کي سڏين ٿي سامونڊي لوڻ، منهنجو هڪ ڀاءُ ڪلراٺي زمين ۾ ۽ ٻہ ڀائر جبلن ۾ رهندا آهن. آءٌ ڪاڏي کانسواءِ دوائن ۾ بہ ڪم اچان ٿو. آءٌ جانورن جي ڪم بہ

ايندو آهيان. آءٌ جنهن سان بہ ملان ان کي خراب ٿيڻ ڪين ڏيان. منهنجي ڪري سمنڊ جو پاڻي خراب ڪونہ ٿئي. آءٌ جڏهن برف سان ملندو آهيان، تہ ان کي ڳرڻ کان روڪي وڌيڪ ٿڌ پيدا ڪندو آهيان. آءٌ ڏاڍو ڪمائتو آهيان، پر منهنجي گھٽائي نقصان واري آهي. ڪاڌي ۾ گھٽو پئجي ويس تہ طعام ڪارو ٿي پوندو. اها ڳالھہ ياد رکجو، تہ پاڻي منهنجو دشمن آهي. اڄ مون کي دنيا ۾ جيڪو مرتبو حاصل آهي. ان لاءِ مون ڏاڍا ڏک ڏاڪڙا ڏنا آهن.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 آتم ڪهاڻي مان ڇا مراد آهي؟**

جواب: آتم ڪهاڻي مان مراد پنهنجي ڪهاڻي بيان ڪرڻ يا پنهنجي باري ۾ تفصيل سان احوال بيان ڪرڻ آهي.

**سوال نمبر:2 ڪاڌي ۾ لوڻ جي وڌيڪ استعمال سان ڪهڙا ڪهڙا نقصان ٿين ٿا؟**

جواب: ڪاڌي ۾ لوڻ وڌيڪ استعمال سان ڪاڌي جو ذائقو ڪارو ٿي ويندو آهي جنهن ڪري ان جو مزو ختم ٿي ويندو آهي.

**سوال نمبر:3 زمين ۾ لوڻ وڌڻ ڪري ڪهڙو نقصان ٿئي ٿو؟**

جواب: زمين ۾ لوڻ وڌڻ ڪري اتي ڪلر ٿي پوندو آهي جنهن ڪري اُتي فصل نہ ٿي سگھندو آهي.



**سوال نمبر:4 ٿرپارڪر ۽ سانگھڙ ضلعن جي ڪهڙين ڍنڍين مان لوڻ ليبي ٿو؟**

جواب: ٿرپارڪر ۽ سانگھڙ ضلعن جي سارڻ ۽ ڍليار ڍنڍين مان لوڻ ليبي ٿو.

**سوال نمبر: 5 اسان کي مان ۽ مرتبو حاصل ڪرڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گھرجي؟**

جواب: اسان کي مان ۽ مرتبو حاصل ڪرڻ لاءِ ننڊ ۽ آرام ڦٽائي محنت ڪرڻ گھرجي.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪر آڻيو:**

ڪشالا _ دربدر _ ماٺو _ مهلت _ اهميت _ اڇرج

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ جي چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| لفظ | جملا |
|---|---|
| ڪشالا | اسان جي وڏن ڪشالا ڪڍي هي ملڪ حاصل ڪيو. |
| دربدر | ڪوڙو انسان دربدر رهي ٿو. |
| ماٺو | ننڍڙا ٻار وڏن سان ماٺا ڪندا آهن. |
| مهلت | استاد صاحب گھر جي ڪم ڪرڻ لاءِ هڪ ڏينهن جي مهلت ڏني. |

| اهميت | زندگي ۾ دوستن جي وڏي اهميت هوندي آهي. |
|---|---|
| اچرج | موئن جو دڙو ڏسي اچرج وٺيو وڃي. |

(ج) هيٺ ڏنل لفظن مان مناسب جواب چونڊي (✓) جو نشان لڳايو:

1. سينڌي لوڻ جو رنگ آهي.

| اڇو | ڪارو | ✓ ڳاڙهسرو | ڪار سرو |
|---|---|---|---|

جواب: ڳاڙهسرو

2. ڪارو لوڻ ملندو آهي.

| ڍنڍن مان | ✓ جبلن مان | سمنڊ مان | ڪلراٺي زمين مان |
|---|---|---|---|

جواب: جبلن مان

3. لوڻ جو دشمن آهي.

| هوا | باهہ | ✓ پاڻي | مٽي |
|---|---|---|---|

جواب: پاڻي

(د) سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي اهڙا لفظ، جيڪي ٻن يا ٻن کان وڌيڪ لفظن مان جڙيل آهن.

جيئن: بي سوادي ۽ اڻلڀ

اوهين بہ (بي ۽ اڻ) اڳياڙيءَ وارا ٻيا لفظ ٺاهيو.

جواب:

(i) بي + حياءُ = بيحياءُ



(ii) بي + غيرت = بي غيرت

(iii) بي + حس = بي حس

(i) اڻ + ٽيٽو = اڻٽيٽو

(ii) اڻ + پورو = اڻپورو

(iii) اڻ + چاڻ = اڻچاڻ

(هہ) هيٺ ڏنل اصطلاحن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو.

ڦٽن تي لوڻ ٻرڪڻ _ وڻ ۽ وڃڻ _ ڪشالا ڪڍڻ

| اصطلاح | معنيٰ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| ڦٽن تي لوڻ ٻرڪڻ | ڏک وڌائڻ | اڪرم، اسلم جو مذاق اڏائي ڦٽن تي لوڻ ٻرڪي رهيو آهي. |
| وَڻ ۽ وڃڻ | پري ٿيڻ | لوڻ پاڻي کان وڻ ۽ ويندو آهي. |
| ڪشالا ڪڍڻ | تڪليفون سهڻ | سليم ويچاري پنهنجي زندگي ۾ وڏا ڪشالا ڪڍيا آهن. |

(و) اوهان پنهنجي لفظن ۾ "ڪتاب" جي آتم ڪهاڻي لکي اچو

جواب: مان ڪتاب آهيان. ٻارؤ! اچو تہ مان توهان کي پنهنجي آتم ڪهاڻي ٻڌايان. منهنجي نالي جو بنياد "ڪتب" آهي. جنهن جي معنيٰ آهن لکڻ _ ڪتاب جو مطلب

آهي اها شيءِ جيڪا لکت ۾ هجي ـ جيڪڏهن هن دنيا ۾ لکڻ جو بنياد نه هجي ها ته هونئد اسان ترقي نه ڪري سگهون ها. ان لاءِ الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمايو آهي ته "عَلَّمَ بِالْقَلَمِ" يعني هن انسان کي قلم جي ذريعي سيکاريو. انسانن جي هدايت لاءِ چار وڏا ڪتاب ۽ ڪجهه ننڍڙا ننڍڙا صحيفا يعنيٰ (ڪتابڙا ۽ بڪ ليٽ) نازل ڪيا.

منهنجي تاريخ تمام پراڻي آهي. جيڪڏهن اها تاريخ ٻڌايان ته توهان لاءِ اهو سمجهڻ ممڪن نه آهي ـ سو مان توهان کي پنهنجي موجوده شڪل ۽ صورت جي ڪيترن ئي مرحلن کي وضاحت سان ٻڌايان ٿو.

سڀ کان پهريائين ڪتاب لکندڙ پنهنجي مضمون جو خاڪو ناهيندو آهي پوءِ هن کي ڪنهن سادي ڪاغذ تي لکندو آهي. بار بار چيڪ ڪرڻ کان پوءِ ڪمپيوٽر آپريٽر کي ڪمپوز ڪرڻ لاءِ مواد ڏيندو آهي. ڪمپوزنگ کان پوءِ ان جي تصحيح ڪئي ويندي آهي. آپريٽر هن ۾ ڪمپوزنگ جي غلطين کي درست ڪندو آهي. ان کان پوءِ ڪمپيوٽر آپريٽر ڪتاب جي سائيز مطابق صفحن ۾ ترتيب ڏيندو آهي. ان ۾ انگ لڳائي سهڻي شڪل ۾ محفوظ ڪندو آهي. ان کان پوءِ ٽريسنگ پيپر تي اهي صفحا ڪڍندو آهي. ٽريسنگ پيپر تي اچڻ کان پوءِ هڪ ڀيرو وري چيڪ ڪيو ويندو آهي. پوءِ انهن صفحن کي



پيسٽنگ جو ماهر ڪتاب جي ڪاغذ جي سائيز مطابق پيسٽنگ ڪندو آهي. ان کان پوءِ پريس ۾ ڇپجڻ لاءِ ويندو آهيان. پر ان کان اڳ مارڪيٽ مان منهنجي لاءِ ڪاغذ خريد ڪيو ويندو آهي. پوءِ ئي پريس وارو ان ڪاغذ تي مون کي ڇپيندو آهي. ڇپجڻ کان پوءِ بائنڊر مون کي ويڙهي سيڙهي ڪتاب جي سائيز ۾ آٽي ڪانٽ ڇانٽ ڪري خوبصورت انداز ۾ تيار ڪندو آهي. ان کان پوءِ مان توهان جي سامهون آيو آهيان. اها مون کي خبر آهي ته مان ڪيترن تڪليفن مان گذرندي توهان وٽ پهتو آهيان. تنهن ڪري پيارا ٻارو! منهنجو قدر ڪريو، مان توهان جو دنيا ۾ بهترين دوست به آهيان ته استاد به آهيان.

سياڻن سچ چيو آهي ته "خَيْرُ جَلِيْسٍ فِي الزَّمَانِ كِتَابٌ" دنيا ۾ بهترين دوست ڪتاب آهي.

توهان کان ڪا ڳالهه وسري ويندي آهي ته توهان مون کي بار بار کولي پڙهندا آهيو ته اها ڳالهه توهان جي ذهن ۾ اچي ويندي آهي.

پيارا ٻارو! هميشه هڪڙي ڳالهه ياد رکجو ته توهان جيڪي اعمال ڪريو ٿا اهي سڀ الله تعاليٰ هڪ ڪتاب ۾ لکندو وڃي ٿو. سو قيامت جي ڏينهن هر ماڻهوءَ جو اهو تيار ٿيل ڪتابڙو الله تعاليٰ ان جي حوالي ڪندو، سو جن

جا نيڪ عمل هوندا سي جنت ۾ ويندا ۽ جن جا برا عمل هوندا سي جهنم ۾ ويندا.

منهنجي ڪهاڻي مڪمل ٿي. بس! توهان پنهنجو خيال رکجو الله تعاليٰ توهان سڀني کي سهڻن عملن ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي (آمين)

پورو ٿيو